ڪتاب نمبر

**397**

چپائيندڙ جا حق ۽ واسطا محفوظ


ڪتاب جو نالو: هند ۽ ايران جيئن مون ڏٺا

ليکڪ: شبير شر

پهريون ڇاپو: 2016ع

ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي

ڇپيندڙ: ذڪي سنز، ڪراچي

ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

قيمت: 150 رپيا

**"HIND AEN IRAN JEAN MON DITHA"**
(Travelogue)
By: Shabeer Sharr
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road, Karachi-74400


**اسٽاڪسٽ**

سنڌيڪا اڪيڊمي B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي74400. فون: 021_32737290
سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ، 03133692150-
سنڌيڪا بوڪ شاپ 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803 -03013431537
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521، 0300_343115
ڪانياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي - ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور، سنڌ ڪتاب گهر نيم ڪي چاڙهي سکر- سلمان ڪتاب گهر پنوعاقل - پٺاڻي بوڪ هائوس حيدرآباد03223011560 - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهائي ڪنڊيارو، - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبربوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- مدني اسلامي ڪتبخانو، نئون چوڪ دادو- حافظ بوڪ اسٽور، خيرپور بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - مشعل ڪتاب گهر پڊعيدن 03063291657 - المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص، فون، 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو، وسيم ڪتاب گهر لکي در، سعيد بوڪ اسٽور، شڪارپور، سومرا بوڪ اسٽور ميهڙ، ساحر ڪتاب گهر، ڪوندي ميهڙ 0346-8948535، مڪتبه امام العصر گهوٽڪي، 03033695037

**لکپڙهه لاءِ**

# سنڌيڪا اڪيڊمي


B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400
فون: 021-32737290، ويب سائيٽ: www.sindhica.org
اي ميل: sindhicaacademy@gmail.com

# فهرست

# شبير شر هندستان گهمائي ٿو

امير بخش شر

اڳئين ڏينهن شبير شر هٿ فون تي حڪم ڪيو تہ پائو مون تنهنجي ڪتاب جي پوئين پني تي تولاءِ ۽ تنهنجي ڪتاب لاءِ ڪجھ ڏُکيا اکر لکيا هيا. ۽ پنهنجيءَ ہر وچڪيءَ ريت ۾ پلاند پراٽا ناهن ٿيندا، سو منهنجو هيءُ هندستان جي سفرنامي جو مواد موڪليانءِ ٿو. هاڻ تنهنجو وارو آهي جهڙو وٽئي تهڙو پلاند ڪر. سو شبير سان هيءُ پلاند ڪرڻ وينس تہ يادگيرو آيم تہ مان جڏهن 1979 ۾ سکر ۾ ماستر هيس تہ هو بہ مون جيان 20 سالن جو نوجوان هيو ۽ ڪراچيءَ ۾ نوڪري ڪندو هيو ۽ پي تي ويءَ تي اداڪاري بہ ڪندو هيو( جيڪا اڄ بہ ڪورٽن ۾ ڪندو وتي). منهنجي هن جي وڏي پاءُ ڪامريڊ غلام حسن سان ياري هئي سا بہ پارٽيءَ جي ڪري ٿي هئي، جنهن جي پويان وري هن جي ٻئي پاءُ ۽ هاڻوڪي ايڊيشنل ايڊوڪيٽ جنرل لياقت شر سان ياري ٿي ۽ مان هنن جي ڳوٺ اچڻ وڃڻ بہ شروع ڪيو، تڏهن جڏهن بہ هنن جي ڳوٺ ويجبو هيو تہ هنن جو ننڍو پاءُ مرحوم نور علي خدمت چاڪري ڪندو هيو، ڪڏهن سائيڪل تي پيلھ ڪٽي ميرواهہ جي ٽاپ سان اچي نريءَ پُجائيندو هيو، جيڪو بجليءَ جي شاڪ ۾ گذاري ويو. تڏهن هي مينگهي فقير جي وڏي ڳوٺ مان لڏي موجوده جاءِ تي باهر ٿي وينا هيا، ڪچين ڪونين جا گهرڙا هُين. روڊ رستا ۽ بجليون بنگلا پوءِ آيِن.

سو ڳالهه ڪرڻي هئي شبير جي جيڪو ڪجهه وقت بعد ڪراچيءَ مان گرفتار ٿيو. ظاهري طور تي هو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي معاملن کان گهڻو پري ڏسڻ ۾ ايندو هيو. پر گرفتاريءَ جي خبر جي هيڏي وڏي سرڪاري هيٺ آئوٽ بعد پتو پيو ته هو سرخ پرچم ۽ هلچل جهڙا خطرناڪ بم ڇپي سموري ملڪ ۾ موڪليندو هيو. ( اهو به الڳ بحث آهي ته ڪامريڊن هن 20 سالن جي الهڙ جوان تي ايڏي وڏي ذميواري ڪيئن وِڌي هئي). پر هي جڏهن هن ملڪ جي خلاف بغاوت جي وڏي ڪيس مان سزائون ڪائي ٻاهر نڪتو ته ايئن لڳو جڻ هو جيل ڪونه ويو هيو پر پڙهڻ لاءِ پرڏيهه ويل هيو. ڇو جو جيل مان واپسيءَ تي شبير هلال پاڪستان اخبار ذريعي لکڻ لڳو ته وڪالت به ڪرڻ لڳو هيو. آئون انهن ڏينهن کان وني اج ڏينهن تائين ڪيس شوق سان پڙهندو اچان. ڇو جو اسان جي قبيلي مان تڏهن ٿورڙائي دوست پڙهيا لِکيا هوندا هيا. ان ڪري خلق به پلي سمجهي ته اسان ڪميونسٽ شرن ۾ به ٿوري گهڻي نسل پرستي ڪالهه به هئي ۽ اج به آهي.

مون شبير جو هندستان جو سفرنامو جڏهن پڙهيو پئي ته شبير ۾ مون ڪي اهي ئي فلڪون نظر آيون جيڪي جوانيءَ ۾ هونديون هيس. ۽ جيڪي هو ڪورٽ ۾ اداڪاري ڪندي اج به ڏيکاريندو رهندو آهي( هاءِ ڪورٽ ۾ هڪڙو به ڪيس ڳائيندي ڪيس اکين سان ڏٺو اٿم). معني جيڪو منهن ۾ آيو سو گهڙجي ويو. رک رکان ڪنهن خان خانان جي به ڪرڻي ڪانهي. اهو شبير هن سفر نامي ۾ واڳهه بارڊر اُڪرندي ئي عاصمه جهانگير جي رنابنديءَ تي بگڙي ٿو پوي ۽ ساٿس گڏ بينل سپريم ڪورٽ بار جي صدر ياسين آزاد سميت اعتزاز احسن کي به گهَڙي ٿو لاهي. هو ڪاوڙ ۾ ايترو ته اڳتي وڌي ٿو وڃي جو ساٿي وڪيلن کي چوي ٿو ته ڪاش پنهنجي نالن جي اڳيان پوبان چوڌري لکيل هجي ها ته اج سفر ۾ سولا هلون ها ۽ جڏهن سندس اهڙي چِڙ تي عصمه جهانگير به چِڙي چوي ٿي مان واپس ٿي وڃان ته هي به نه پِهه وراڻيس ٿو

تہ پلي وڃ. اتي هن کي ٻيا سنڌي وڪيل وهاب شر ۽ عبدالحڪيم ڄجاراٽي بہ مليا تہ انهن جي واتان بہ ٻڌي ٿو تہ هن مائي اسان سان پنجابين واري ڏاڍائي ڪئي آهي. پنهنجن ماڻهن کي گروپ ناهي الڳ گاڏيون ڏنيون اٿئين. خواجا نويد پنهنجي زال سميت آيو آهي، ان کي الڳ گاڏي چوڌري اسحاق جي گروپ کي. چوڌري طاهر جي گروپ کي الڳ گاڏيون. باقي اسان کي مائي ڇڙوڇڙ ۽ دربدر ڪيو آهي.انهيءَ مان مراد اها ٿي تہ ڪلهہ جو شبير شر جيڪو ڪميونسٽ هيو، جنهن جي مينيفسٽو ۾ قومن کان مٿي ترجيح طبقن کي هئي ۽ جيڪو شبير شر، امام علي نازش ۽ پروفيسر جمال نقويءَ جي پويان ٻيهي دنيا ڪي مزدورو ايڪ هو جائو جو نعرو هڻندو هيو سو بہ هاڻي وڏي صوبي جي وڏن پائرن جي ارهہ زورائين تي قوم پرستيءَ وارا احوال ڪري ٿو؟ اها بہ وقت جي ڳالهہ چئبي!!!!

سفر ۾ هندستان جي جوڊيشل اڪيڊميءَ ۾ هڪڙي پراسيڪيوٽر کي ٽريننگ ڪندي ڏسي، هن جي ڏکتي رگ ٿڙي ٿي پوي ۽ هو اُتي جي ججن جي چونڊ واري طريقي کي اسان واري طريقي کان صحيح ۽ سنو سمجهندي لکي ٿو تہ هنن وٽ اسان واري ڪارڪانهي جو ڏهہ ڏهہ سال هاءِ ڪورٽن ۾ لوڙي پوءِ بہ مهاجر ججن جي سامهون پيش ٿيون ۽ اهي فٽنيس ڏِين تہ مڙس ۾ جج ٿيڻ جي ٿوم آهي يا نہ . اهي جج پاڻ پلي پير جيءَ جي در جون سلاميون پريندا هجن. ويندي جج جو قسم بہ گورنر اچي ڪورٽ ۾ ۽ اردوءَ ۾ کڻائين تہ بہ جائز آهي ۽ جي شبير شر ،بشير قريشيءَ جي جنازي نماز ۾ وڃي تہ قوم پرستيءَ جي الزام هيٺ هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيڻ جو اهل ناهي. انهيءَ مان مراد تہ شبير شر هاڻي وڏي صوبي پنجاب جي پائرن جيڪڏهن استحصالي گروپ ٿو سمجهي تہ سنڌ ۾ آيل مهاجر پائين کي انهيءَ استحصالي ٽولي جو هراول دستو سمجهي ٿو.

هن انهيءَ سفرنامي ۾ ٿورڙو پوئين پوئين ۾ حقيقتون پرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جيئن هتي سنڌ ۾ اسان جي شر قبيلي تي چور هجڻ جو ٺپو لڳل آهي ان ڪري ڪراچيءَ جي نامياري وڪيل وهاب شر لاءِ لکي ٿو ته وهاب چيو"ادا مان شر تي ڪري پهريون پيرو گناهه جو ڪم ڪيو آهي. مان چرڪ پري چيو، چو چاٽيو. هن چيو پل ۾ ڪنهن بئي جو سامان جو بيگ ڏئي ويا. مان اُهو واپس ڪري ڇڏيو. مان چيو خير آهي، هاڻ پاڻ اهي شر نه رهيا آهيون".

اڳتي هلي وري وهاب جي حافظي ۽ هوشياريءَ تي ڪيس ياد اچي ٿو ته اسان رڍون چارڻ وارا شر عقلند ٿي ويا آهيون لکي ٿو وهاب سڏو هوٽل جي نائيٽ ڪلب روم تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. مان چيو واهه رڍن جا رڃ وارا شر 5 اسٽار هوٽل ڪي رڍن جي واڙ سمجهي بغير ڏپ جي گهڙي وئين. هن چيو ته هو ڪيترائي ملڪ ۽ انهن جي 5 اسٽار هوٽل گهمي چڪو آهي. پر انڊيا پهريون پيرو آيو آهي ۽ سڀ 5 اسٽار هوٽل هڪجهڙا ٿيندا آهن.

اڳتي هلي وهاب شر جي ذهانت تي لکڻ لاءِ زرداريءَ سان جيڪا مشهابت ٿو ڪري سا به لاجواب آهي هو لکي ٿو"سک ڊرائيور چيو ته مان کي رستي جي خبر ناهي. وهاب شر چيس ته تون دهلي هاءِ ڪورٽ پهچ اڳتي توکي مان وٺي هلندس. جيئمل سنگهه پڇا ڪندي دهلي هاءِ ڪورٽ واري روڊ تي پهچي ويو. اُتان وهاب چيو ته هاڻ باقي رستو مان کي سمجهه ۾ اچي ويو آهي. هو رستو ٻڌائيندو ڊرائيور کي سڌو انڊيا گيٽ وٺي آيو. مان چيس ڌهرڪي جا شر ايترا هوشيار ته نه آهن. تون ڪئين آهين. جرمن شوفر جيان رستو سنگهندو پهچي ٿو وڃي. مان چيس تون لڳي ٿو رڍن جو ڪير پيئندو رهيو آهين. هن چيو ان سان ذهانت جو ڪهڙو تعلق. مون چيو ان ڪري رڍ جو کير گهاٽو ۽ طاقتور ٿيندو آهي. زرداري اُٺ جو کير پيئندي ايوان صدر پهچي ويا ۽ شر رڍ جو کير پئندي دهلي جي انڊيا گيٽ تائين پهچي ويا"

هو دهليءَ جون بازارون رات جو نوين وڳين قانون موجب بند ٿينديون ڏسي چوي ٿو تہ اسان وٽ بدامني هجڻ جي باوجود. سکر والس روڊ تائين کليل هوندو آهي، هي ڏيڍ ارب آباديءَ واري شهر ۾ 11:00 وڳي سناٽو لڳو پيو آهي.

پوڙهي وڪيل جو بازار ۾ گهمندي مائين جي پُٺن تي هٿ ڦيرڻ واري حرڪت تي لکي ٿو تہ "هلندي بازار ۾ ڪنهن مائي جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. هئي پڳوان اسان پوئتي مُڙي پڇندا هئاسين تو تہ ڪا حرڪت نہ ڪئي، چوندو هو نہ مان پٺي تي هٿ ڦيريو مانس. اسان چوندا هئاسين ان تي ايڏي دانهن هو چوندو هو پڳوان کي پئي چوي تہ هن مسلمان پليت ڪري ڇڏيو. اُن تي مرحوم فيض الله ڪورائي چوندو هيس، ائين نہ، هو پڳوان کي پيون چون هي بابي جي عمر جو ٿي ڪري بہ نٿو مُڙي.

اتي جي سپريم ڪورٽ بار جي وڪيلن پاران هٿ ٻڌي سواگت ڪرڻ وارن لفظن تي مهاجرن پاران اسان سنڌين کي هٿ ٻڌڻ تي ملندڙ طعنو ياد ٿو اچي ۽ لکي ٿو "اسان بار ۾ داخل ٿياسون وڪيل ۽ وڪيلياڻين هي لفظ چئي اسان جي آجيان ڪندا رهيا. سواگت هي، نمسڪار. اسان جي ڪراچي جا مهاجر ۽ لاهور جا پنجابي وڪيل بہ هنن جيان هٿ ٻڌي ائين جواب ڏيندا هليا. جيڪي اسان کي چوندا رهندا آهن. يہ هاٿ باند ڪر ڪيو ملتي هو"

اسان گهڻن وڪيلن جا انگريزي ۾ تيز پورا ڏٺا آهن . پر ڪاري ڪوٽ جي ڊپ ۾ ڪيندا ڪونہ آهيون پر شبير پنهنجي پٽي پائين کي بہ ڪونہ ٿو بخشي ۽ هندستان جي سپريم ڪورٽ بار جي اڳواڻن جي تقريرن بابت لکي ٿو تہ " هتي جي صدر ۽ سيڪريٽري جڏهن هاءِ ليول جي انگريزي ۾ تقريرون ڪيون تہ اسان جي قيادت کي پنهنجو پاڻي ڪيچجي ملي ويو" يا وڪيل برادريءَ جي ذهنيت تي لکي ٿو تہ پريانڪا شرما وڪيل جڏهن پنهنجي تقرير پوري ڪئي تہ اسان جي هڪ وڪيل صاحب صلاح گنڊا پور اهڙو گندو سوال ڪيو جو اسان سيني لاءِ

شرمساريءَ جو سبب بڻجي ويو. هن چيو پريانڪا چوپڙا کان سوال آهي ته پاڪستان ۾ زنا بل جبر جا ڪيس آهن ۽ هتي زنا جا انهن ۾ شاهدي رڪارڊ ڪرڻ جو جيڪو طريقو آهي اُهو هڪجهڙو آهي يا فرق آهي. پارٽي سنڌي وڪيل آنند گپتا چيو ان جو بهتر جواب پريانڪا چوپڙا (پارٽي اداڪارا) ڏئي سگهي ٿي. هي پريانڪا شرما آهي

۽ وري سپريم ڪورٽ بار جي اڳواڻن جي ذهانت تي لکي ٿو ”جڏهن سيمينار ۾ پهتاسين ان وقت سپريم ڪورٽ بار پاڪستان جو سهيل رانا پنهنجو پيپر پڙهي رهيو هو. جڏهن هن پيپر پڙهي پورو ڪيو ته هن کان پارٽي وڪيلن سوال ڪيا هو ڪنهن به سوال جو جواب نه ڏئي سگهيو. مان سوال ڪرڻ وارن کي چيو. معاف ڪيوس هو غريب پيپر ڪنهن کان اوڏر تي لکرائي آيو هوندو. ته پارٽي وڪيلن چيو جائو معاف ڪيا“.

هن کي ڪنهن هنڌ ”بنهي ملڪن جي انصاف واري تارازي هڪ طرف جهڪيل نظر ٿي اچي. امير انصاف وٺڻ ۾ بنهي ملڪن ۾ ڪامياب آهي ۽ غريب غربت سبب ناانصافي جو شڪار آهي. اسان مان جنگي جنون ئي ختم نٿو ٿئي ته انصاف جي تقاضا طرف ڪير ڏسندو. مائي وڪيل بنهي ملڪن جي انصاف جي نيڪيدارن کي ڏوئي چڏيو. ته وري ڪٿي ڪيس نظر ٿو اچي ته ”اسان جي ملڪ جا جج عدالتي ڪرسين تي ويهي عوامي پلائي وارن مسئلن جون آئيني درخواستون گترن حوالي ڪندا ٿا رهن“.

هو جڏهن هندستاني پنجاب گهمندي هڪڙو عجيب منظر ڏسي ٿو ته انهيءَ جي پنهنجي ملڪ سان ڀيٽنا ڪندي لکي ٿو ” هڪ هنڌ ڦاسي گهاٽ جو منظر نهيل نظر آيو. سک ديو ڀگت سنگهه. اشفاق ۽ ٻيا آزادي جا هيرو ڏيکاريل آهن. جيڪي ٿاهي جو رسو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي بيٺا آهن. اسان وٽ جيڪي آزادي جا هيرو ۽ شهيد آهن. انهن کي ياد ڪرڻ ۽ انهن جي ورسي ڪرڻ تي اسان کي سزائون ملنديون رهيون

آهن، پير صبغت الله شاهہ راشدي شهيد ۽ هيمون ڪالاڻي جي نالي تي ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ملتان، بهاولپور، لاهور، راولپنڊي، اسلام آباد، پشاور، ايبٽ آباد، ڪوئيٽا، سبي، ڊيرا مراد جمالي تربت گوادر سميت ڪنهن بہ شهر جي ڪنهن روڊ کي بہ نالي سان منصوب نہ ڪيو ويو آهي، واقعي هي ملڪ پنهنجي آزادي جي هيروز جي عزت ڪري ڄاتي آهي.

هن جي سامهون صوبيدار اچي ٿو تہ لکي ٿو "منهنجي سامهون اي ايس. اءِ رينڪ جو پوليس مين آمهون سامهون اچي ويو، هاڻ هو مان کي پيو ڏسي ۽ مان هن کي پيو ڏسان تہ هو رستو ڇڏي تہ هو بہ سڌو اچي بيٺو. هن جي ارادي مان بہ مان سمجهي ويس تہ هو رستو ڇڏڻ نہ پر ڇڏرائڻ پيو چاهي، منهنجي ڪورٽ ڊريس ۾ هجڻ جي بہ هن پرواهہ نہ ڪئي، مان هن کي چيو جي تون پاڪستاني پوليس وارو هجين ها تہ مان توکي اهو سبق سيکاريان ها جو تون زندگي پر ياد رکين ها. هن بہ چيو اچا تو تہ تون پاڪستاني پاڙو (وڪيل) آهين، جي تون پارتي پاڙو (وڪيل) هجين ها تہ مان بہ توکي اهو سبق سيکاريان ها جو ڪڏهن بہ هٽ پوليس واري جو رستو روڪڻ جي همت نہ ڪرين ها. کلي چيائين چڱو مان ٿو هيٺ لهان تون مهمان آهين، پل لئي ڪر، ائين چئي هٽ ملائي فٽ پاٿ ڇڏي هيٺ لهي ويو.

سفر دوران هن کي "عبدالحڪيم خان بجاراڻي چيو ابوالڪلام آزاد 1947 ۽ 1948 ۾ هڪ تقرير ڪئي هئي جنهن ۾ هن چيو هو تہ پارت مان جيڪي ماڻهو پاڪستان لڏ پلاڻ ڪري ويا آهن نہ اهي صحيح طرح سان مسلمان آهن ۽ نہ ئي انهن ۾ ڪو اسلامي جذبو آهي ۽ نہ ئي اهي اتي رهي ڪري اتي جي اسلامي طريقن، ثقافت ۽ ڌرتي کي قبول ڪندا. اتي اهي سيئي وڳوڙي بدمعاش ويا آهن، جيڪي شرانگيزي، فتنو ۽ فساد پکيڙڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ڪندا ۽ ڪڏهن بہ اتي جي ڌرتي ۽ ثقافت جو حصو نہ بڻجي سگهندا

سفر ۾ ڪين يوپيءَ جا پيا پائخانو ڪندي نظر اچن ٿا جن لاءِ مون کي هڪڙي پيري سرهاڙيءَ جي ڪيريا قوم جي سردار حاجي نور محمد ڪيرئي ٻڌايو هيو تہ هتي لڏي آيل مهاجر مايون توڙي مرد بہ ايئن ئي بنان پردي جي گول دائري ۾ ويهي پائخانو ڪندا هيا " شبير بہ لکي ٿو اسان ماڻهو گول دائري ۾ اڌ اگهاڙا ويٺل ڏٺا تہ ڊرائيور کي چيو تہ "هي ماڻهو ڇا پيا ڪن. سک ڊرائيور کلي چيو اهي پيا (يوپي ۽ سي. پي وارن کي هتي پيا سڏيندا آهن) پائخانو ڪري رهيا آهن. اسان چيو پيا ايڏا بي شرم ٿيندا آهن ڇا؟ هن چيو ان کان بہ چڙهيل آهن. هنن جون عورتون بہ سري عام سڙڪ ڀرسان لاهي پشاب ڪنديون آهن. هي ڪچهري بہ ڪندا آهن تہ پائخاني ڪرڻ وقت گڏجي ويهندا آهن. هي پيا انتهائي ڪريل ۽ بدتميز ٿيندا آهن. اتي بجاراڻي وڪيل چوبس ٿو تہ سائين اسان تڏهن هنن کي ڏٺو. اتي جڏهن مهاجر ٿي آيا تہ هي عورتن سميت صبح جو کليل ميدانن ۾ سڙڪن لاهي حاجت پوري ڪندا هئا. هنن کي ماڻهن جي اچڻ وڃڻ جي پرواهہ نہ هوندي هئي". هاڻ ٿا چون تہ هنن اسان کي تهذيب سيکاري آهي.

مجموعي طور تي هن جو سفر نامو پڙهندي ايئن ٿو لڳي تہ ماڻهو هن سان گڏ هندستان گهمندو وتي. هو لياقت علي خان جي جنم پومي ڪرنال گهمائي ٿو تہ وري ڀڳت سنگهہ جي جنم واري ڳوٺ وٽ گاڏيءَ مان لهي انهيءَ کي پري کان سلام ٿو ڪري. هو پاڻي پت جا ميدان گهمي اسان کي پاڻي پت جي جنگين جا ڪتابن ۾ پڙهيل ڪوڙا داستان بہ ياد ڏياريندو ٿو هلي. مطلب تہ هندستان جي حالتن جي مجموعي چنڊ ڇاڻ، سياسي صورتحال، ترقيءَ بابت احوال هن ڪتاب ۾ سهيڙيا اٿس. هر شيءِ کي هڪڙي سياسي ڪارڪن واري اک سان پرکيندي، انهيءَ جو سِڌو ۽ کَرو تجزيو بہ ڪندو هلي ٿو. تنهنڪري پڙهندڙ جي دل چوندي تہ جيستائين ڪتاب پڙهي پورو ڪجي ايستائين هٿ نہ ڪڍجي

# هندستان

جنوري جي وچ ڌاري لاڙڪاڻي جي دوست وڪيل سليم جيسر فون ڪري چيو ته گذريل سال جيان هن سال به سپريم ڪورٽ بار آف انڊيا ۽ ڪن فيڊريشن بار آف انڊيا بار سپريم ڪورٽ بار ايسوسيئيشن آف پاڪستان کي شرڪت جي دعوت ڏني آهي ۽ هن ڀيري 200 وڪيلن جي شرڪت ڪرڻ جي گنجائش رکي وئي آهي. توهان هلڻ چاهيو ته 31 جنوري تائين، پاسپورٽ 3 فوٽوگراف ۽ 35 هزار رپين جو ڊرافٽ سپريم ڪورٽ بار اسلام آباد جي ايڊمن آفيسر کي ڏياري موڪليو. مون هن کي چيو ته توهان هلوٿا. هن چيو ته مان ته آهيان ئي آهيان. توهان پنهنجي ڳالهه ڪريو. مون چيو گذريل سال ته مرحوم فيض الله ڪورائي به ڪمپني ۾ هو. هن سال اهو نه آهي. هاڻ توهان مان ۽ عبدالحڪيم خان بجاراني ۽ عبدالوهاب شر آهيون. هاڻ انهن مان ڏسون ٿا ته ڪير ٿو هلي. مون عبدالحڪيم خان بجاراڻي کي فون ڪيو. هن چيو بلڪل هلبو. پر هن ڀيري 15 ڏينهن ڀارت ۾ رهنداسون. گذريل سال ته تڙ تڪڙ ۾ واپس وني آيا هئا. گهمي ئي نه سگهياسون. مون چيو نيڪ آهي. ائين ئي ڪنداسون. پوءِ مان ڪراچي پريڪٽس ڪندڙ عبدالوهاب شر سان رابطو ڪيو. هن به چيو ته بلڪل هلبو. سکر ۾ جيڪي به ٽي وڪيل آهن. انهن ۾ ڊيوڊ لارينس ۽ شير محمد شر سان هم آهنگي آهي. هنن

کي بہ مون چيو توهان بہ هلو. ڊيوڊلارينس سست ماڻهو آهي ٻاهر نڪرڻ نہ چاهيندو آهي، هن چيو ٻيا هلي انڊيا ڪنداسين هتي ويٺا آهيون. اسان جو ملڪ بہ پلو آهي. شير محمد شر چيو تہ ان ملڪ ۾ ڇا رکيو آهي، هلو تہ عمرو ڪرڻ هلون. مان چيو جڏهن عمري جو وارو آيو تہ هلنداسين.

بهرحال اسان ڇئن ڄڻن مان عبدالحڪيم خان، سليم جيسر ۽ عبدالوهاب شر جو پروگرام ٺهي ويو. اسان پئسا ۽ پاسپورٽ موڪلي ڏنا. 10 مارچ تائين بہ خبر نہ پئي پوي تہ اسان جي ويزا لڳي آهي يا نہ. ايڊمن آفيسر راجا اشفاق سان رابطو ڪندا رهياسون تہ هن چيو ادائي سئو وڪيل ۽ انهن جي زالن جون درخواستون پهچي ويون آهن. انهي سبب پارٽي هاءِ ڪميشن وارا ويزا ڏيڻ جي مسئلي ۾ منجهي پيا آهن. هفتي اندر خبر پئجي ويندي.

جڏهن 18 مارچ تائين بہ ڪو پتو نہ پيو تہ مان عاصمہ جهانگير ۽ بار جي صدر ياسين آزاد سان رابطو ڪيو تہ 21 مارچ تي واگها کان پار ڪرڻو آهي. اسان سکر ۾ ويٺا آهيون. اسان کي واضع ٻڌايو وڃي تہ اسان لاهور اچون يا نہ. ڪراچي مان صلاح الدين گنڊاپور فون ڪري چيو. 131 جا ويزا لڳي ويا آهن. انهن ۾ سنڌي هڪ بہ نہ آهي. مان چيو توهان پنجابي، پٺاڻ، يوپي سي پي وارا سڀ هڪٻئي سان مليل آهيو. هر سطح تي هر هنڌ ڌرتيءَ جي ڌڻين سان زيادتيون ڪندا ٿا رهو. ان تي هن چيو بلڪل ائين ئي آهي. اسان ڌاريان توهان خلاف سدائين متحد آهيون ۽ رهنداسون پر توهان سنڌي ۽ بلوچ ڪڏهن بہ متحد ٿي نہ سگهندا.

18 مارچ جي رات جو 8 وڳي عبدالحڪيم خان ٻجاراڻي فون ڪري چيو تہ توهان جي ۽ منهنجي ويزا اچي وئي آهي. سڀاڻي جهاز ۾ مان بہ اسلام آباد لاءِ روانو ٿيان ٿو ۽ توهان بہ نڪرو باقي سليم جيسر لاءِ چون ٿا تہ هن فارم غلط ڀريو هو. اُن ڪري سليم کان پڇيو تہ هاڻ ڇا ٿو چوي. مان سليم سان رابطو ڪيري کيس صورتحال کان آگاهہ ڪيو.

هن چيو منهنجي بہ ريل ۾ سيٽ بُڪ ڪراءِ ۽ مان بہ هلان ٿو اُتي هلي معلوم ٿو ڪريان تہ منهنجي خلاف ڪهڙي سازش ٿي آهي. مان قراقرم ريل ۾ 19 مارچ جي شام لاءِ سيٽون بُڪ ڪرائي ڇڏيون. وري عبدالوهاب سان رابطو ڪيو. جنهن بہ چيو تہ هن جي ويزا لڳي وئي آهي. هو بہ 20 تي جهاز ذريعي پهچي رهيو آهي.

سليم جيسر ۽ مان 19 مارچ تي شام جو ريل ذريعي لاهور لاءِ روانہ تي وياسون. ريل 20 مارچ تي 12:00 وڳي اسان کي لاهور پهچايو. اسان استيشن تان ئي عبدالحڪيم خان بجاراڻي سان رابطو ڪيوسون. هو اجان اسلام آباد ۾ هو. جو هن جو پُٽ ذلفقار بجاراڻي اُتي پي. آءِ اي ۾ ملازم آهي. هن چيو هو شام جو پهچي ويندو. توهان پنجاب بار ڪائونسل جي لائيرس هاسٽل ۾ هلو جتي توهان لاءِ ڪمرا بُڪ ٿيل آهن. اسان لائيرس هاسٽل پهچي ڪمرا قبضي ڪري لاهور هاءِ ڪورٽ بار ۾ اچي ماني کاڌي. ماني کائي سپريم ڪورٽ بار ۾ آياسون. جتي بار جو صدر ياسين آزاد موجود هو. سليم جيسر هن کان پڇيو تہ سڀ کان پهريان پاسپورٽ ۽ پئسا هن ئي موڪليا هئا تہ پوءِ هن جي ويزا ڇونہ لڳي. توهان سنڌ جي ڪوٽا تي صدر ٿيا آهيو ۽ سنڌ سان ٿيندڙ ناانصافين ۾ گهٽتائي تہ نٿا آڻايو. پر واڌارو ڪندا ٿا رهو. پنجاب جي ڏيڍ سئو وڪيلن کي توهان زالن سميت ويزا ڏياري آهي. سنڌ جي ڇهن وڪيلن مان بہ هڪ کي ڪٽي ڇڏيو آهي. هن چيو تہ توهان فارم غلط ڀريو آهي. توهان ڀارت بدران سري لنڪا جي ويزا گهري آهي. سليم جيسر چيو تہ مان فارم نيٽ ذريعي ڀريو آهي جي مان ان تي سري لنڪا لکان ها تہ اي ميل اوڪي ۾ نہ ٿي ها. هي توهان جو ڪيڏو نہ واحيات ۽ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ دليل آهي. توهان ڪراچي وارن کي بہ ڀرپور ڪوٽا ڏني آهي. ناانصافي رڳو سنڌ وارن سان ڪئي آهي. ڪجهہ بہ ٿي وڃي توهان اسان کي هر سطح تي محروم ڪندا ٿا رهو. ان جو جواب اسان توهان کي انشاالله تعليٰ تہ ايندڙ اليڪشن ۾ ڏينداسون.

مان آفيس مان پنهنجو پاسپورٽ ۽ پروگرام جو شيڊول وٺي عبدالحڪيم خان ۽ عبدالوهاب شر جو انتظار ڪرڻ لڳس. بار ۾ سپريم ڪورٽ بار جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي گڏجاڻي هئي. ان ۾ سنڌ مان چونڊيل سردار اڪبر اُجڻ وڏو گوڙ ڪيو ته انصاف ته ڪيو ۽ سنڌ جو 10 وڪيل به نه. تن مان به هڪ جو نالو ڪٽي ڇڏيو آهي. پلا پارٽ وڃڻ جي ضرورت ڪهڙي آهي. ايترا پئسا به خرچ ٿا ڪريو ته وڪيل ڪي عمري تي وٺي هلو. هيڏي وڃڻ ۾ ڪهڙو ثواب ٿيندو. ايتري ۾ عبدالحڪيم خان بجاراڻي به اچي ويو. هن به بحث ٻڌو ويهي ۽ سردار اڪبر اجڻ ڪي چيو ايندڙ سال اسان ڪي عمري تي وٺي هلو. هن به پنهنجو پاسپورٽ ۽ پروگرام جو شيڊول ورتو. باقي عبدالوهاب شر سان رابطو ٿيو. هن چيو ته هو مال روڊ تي واقعي ڪراچي جي وڪيلن سان گڏ انڊس هوٽل ۾ ترسيل آهي. هو صبح جو سوير پهچي پنهنجو پاسپورٽ ۽ پروگرام وٺي چڪو آهي. مان هن کي ٻڌايو ته هتان بسن ۾ نه پر عبدالحڪيم خان ڪيب (ٽيڪسي) ڪرائي آهي. جيڪو سڌو واگها ڪٽي هلندو. رش کان بچڻ لاءِ اسان اميگريشن ۽ ڪسٽم مان جلدي فارغ ٿي امرت سر هلي شهر گهمنداسون.

## 21.03.2012

صبح جو اسان 7 وڳي تيار ٿي هاسٽل جي ڪينٽين ۾ نيرن ڪئي سون. سليم جيسر به گڏجي نيرن ڪئي. 8 وڳي ڪيب اچي وئي. وهاب شر بار بار فون ڪري رهيو هو ته ڪيس انڊس هوٽل مان کڻون. اسان جڏهن سليم جيسر کان موڪلائي انڊس هوٽل پهتاسون ته اُتي خبر پئي ته وهاب شر سپريم ڪورٽ بار هليو ويو آهي. اسان هن کي اتان وٺي ڪنيون سون. هن چيو هو ڪافي دير تائين انتظار ڪندو رهيو. جئين ته هو ڪراچي جي وڪيلن جي گروپ سان گڏجي آيو آهي. اُن ڪري هو ڪيس تنگ ڪري بار وٺي ويا.

اسان 9 وڳي واگها پهچي وياسون. تيز هوا هلي رهي هئي، جنهن سبب مٽي اُڏري اکين ۾ پئي لڳي. اسان اميگريشن ڪولهين جي مدد سان سامان سميت پهچي وياسون. جتي اميگريشن جو هڪڙوئي آفيسر ويٺو هو. هن چيو لائيٽ ناهي لائيٽ 9:30 وڳي ايندي تہ توهان کي ڪليئر ڪري روانو ڪنداسين. اسان 9:30 بدران 10:30 وڳي ڪليئر ٿي انڊين اميگريشن پهتاسون. رش نہ هجڻ ڪري اتان کان اسان 11:30 وڳي ئي فارغ ٿي، اٽاري تي پهچي وياسون. جتي اسان لاءِ گهرايل ڪارون اسان جو انتظار ڪري رهيون هيون. هتي هڪ ٻيو مسئلو پيدا ٿيو. عاصم جهانگير، اين جي او طرز جي رٿابندي ڪري ڪارن تي نمبر لڳائي ڇڏيا هئا ۽ انهن ۾ سوار ٿيندڙ وڪيلن کي بہ پنهنجي مرضي سان نمبر لڳائي پنهنجي ٻن ماڻهن کي لسٽن سميت بيهاري ڇڏيو. ان غلط طريقي جي ڪري اسان ٽنهي جڻن کي الڳ الڳ ڪارن ۾ ويهڻ لاءِ چيو ويو. اسان چيو هي ڪهڙو طريقو آهي هر ڪار ۾ هم خيال گروپ ويهاريو. ان طرح سان اسان جي گهمڻ ۽ سيني کان پهريان امرت سر پهچي گهمڻ وارو سڄو پروگرام مليا ميٽ ٿيندو نظر آيو. ان وقت عاصم جهانگير ۽ ياسين آزاد آيا هنن کي چيو تہ اسان کي هڪ گاڏي ڏيو. اُن تي عاصم چڙي پئي تہ مان واپس ٿي وڃان. مان چيو ڀلي وڃ. ان سان اسان جي صحت تي ڪهڙو اثر پوندو. هي جو توهان وڏير ڪو ۽ اين. جي. او وارو اسان تي طريقو ٿي هلائين اهو اسان کي قبول ناهي. ياسين آزاد چيو توهان امرتسر هلو. اُتي توهان کي هڪ ڪار ڏينداسون. مون چيو هاڻ تہ امرتسر پهچڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. پنهنجي ڪار ۾ جڏهن 3 ٻيا وڪيل ايندا تہ ڪار هلندي. مون اڪيلي سان تہ نٿي هلي. ائين ئي ٿيو. 2:00 وڳي بہ ڪراڙا ٿڙندا ٿاٻڙندا اچي پهتا. پوڻين ٽين وڳي امرتسر جي شهر ۾ پهچي مهاراجا هوٽل ۾ ماني کاڌي. جتي عاصم جهانگير ميڊيا سان ڳالهائي رهي هئي ۽ ياسين آزاد سائيڊ سان بيٺو هو. اتي وهاب شر ۽ عبدالحڪيم ٻجاراڻي بہ مليا هنن چيو تہ هي مائي اسان سان پنجابين

ڊاري ڏاڍائي ڪري رهي آهي. پنهنجن ماڻهن کي گروپ ٺاهي الڳ گاڏيون ڏنيون اٿائين. خواجا نويد پنهنجي زال سميت آيو آهي. ان کي الڳ گاڏي چوڌري اسحاق جي گروپ کي. چوڌري طاهر جي گروپ کي الڳ الڳ ڏنيون آهن. باقي اسان جي اڳيان پنيان چوڌري لڳل نه هجڻ ڪري هن مائي چڙوچڙ ۾ دربدر ڪيو آهي. ادا ڪجهه به هجي عاصم نه هجي، ڪنهن اعتراض هجي ها. پهريان چوڌري ع چند بيو ڪجهه آهن. بهرحال اسان جي مجبوري آهي، پهچڻو ته آهي هاڻي هتان کان چنڊي ڳڙهه ٿا هلون. جون ٿا ته رات چنڊي ڳڙهه ۾ ٽِڪنداسين. اسان 3:00 وڳي امرت سر مان چنڊي ڳڙهه روانا ٿياسون. مون سان گڏ ڪار ۾ هڪ لکنو جانو انور شاهه ويٺو ۽ بيو ڪو پنڊي جو چوڌري هو. هنن پنهنجي ڪراڙن کي گهٽو ۽ بي سبب ڳالهائڻ جي عادت هئي. مان هنن جي بي سبب گفتگو کي نظر انداز ڪري سمهڻ لڳس. ڊرائيور کان پڇيو ته چنڊي ڳڙهه امرت سر کان ڪيترو پري آهي. هن ٻڌايو ته اڍائي سئو ڪلوميٽر ٿيندو. مان سمهي رهيس. ٿوري دير سمهڻ بعد مان کي وري جاڳ ٿي وئي، جو ته هو ٻئي ڪراڙا زور زور سان ڳالهائي رهيا هئا. هڪڙو چئي رهيو هو ته هن جو ڏاڏيال (ڏاڏنگ) دهلي ۾ ڪرڪ شتر شهر جا آهن ته بيو چئي رهيو هو هن جو ڏاڏيال لکنوءَ جو ته ننهيال الله آباد جو آهي. مان سوچو نه ته هوئين به نه ايندي. مان هي ملڪ ڏسڻ جو موقعو چو وڃايان. مان پهريان اهو محسوس ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته سک ڊرائيور طبيعت ۾ تيز آهي يا ٿڌو چو ته اڪثر ايڏو سفر ڪندو رهندڙ ڊرائيور چڙچڙي طبيعت جا ٿيندا آهن. اسان جڏهن امرت سر ضلعي جي شهر رئين ۾ ڊرائيور کي چيو ته هي يادگار سفر لکڻ لاءِ مان کي نوٽ بوڪ ٿو کپي. ڊرائيور گاڏي روڊ جي پاسي تي بيهاري پاڻ هيٺ لهي ويو. ٿوري دير بعد هڪ سک ڇوڪري کي وٺي آيو جنهن جي هٿ ۾ به ٽي نوٽ بوڪ ۽ بال پين هيون. مان انهن مان جئي اميڪا نالي نوٽ بوڪ ۽ هڪ بال پين پسند ڪئي. ڊرائيور چيو ته سفر وڏو آهي بي به بال پين وٺو. جو ته هڪ بال پين ختم به

ٿي سگهي ٿي. مان هن سان دوستي رکڻ جي خيال کان هن جي ڳالهه مڃي ۽ ٻي به ٻال پين خريد ڪئي.

سک ڊرائيور منهنجي خواهش مطابق رستي سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن ٻڌايو ته رام سوامي. بياس جي پرڳڻي ۾ ٻنجاهه ٻنجاهه ايڪڙ زمين وٺي اُتي گروسينٽر (ڊيرا) ٺهرايا آهن. جتي ٻڌ. هندو ۽ سک ٻارن کي مفت ۾ مذهبي تعليم ڏني وڃي ٿي. هن ٻڌايو ته پنجاب سميت سڄي هندستان ۾ هن جو نيٽ ورڪ ڪم ڪري رهيو آهي. اسان اُن وقت هڪ درياهه مٿان گذرڻ لڳاسين ته سک ڊرائيور جيئمل سنگهه ٻڌايو ته هي بياس درياهه آهي. مون ڏٺو هن وقت ٿي پريل آهي ته جون جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ اٿلندو هوندو. هن چيو. هن وقت هي پاڻي ڪجهه به نه آهي. ساوڻ ۾ هي پريل هوندو آهي ۽ آسا پاسا ٻوڙيندو رهندو آهي. هي درياهه جهلم جيترو هڄڻ جي باوجود ڦل وهي رهيو آهي. جڏهن ته اسان جا درياهه سُڪيل آهن. هن ٻڌايو ته گرمين ۾ بياس جو پاڻي زايع نه ٿيندو آهي. پر هن درياهه تي ڪينرائي ڊيم ٺهيل آهن جن ۾ انجيت سنگهه ڊيم. روبڙا ڊيم. ڪوڙيوال ڊيم ٺهيل آهن ۽ انهن سيني تي بجلي گهر قائم ٿيل آهن. جيڪي سڄي پنجاب ۾ بغير وقفي جي بجلي مهيا ڪندا رهن ٿا ۽ پنجاب پارت جي ٻين صوبن (اسٽيٽ) کي بجلي وڪرو به ڪندو رهندو آهي. هن ٻڌايو ته هتي جي غريب ۽ ٻي پنج ماڻهن کي 200 يونٽ مفت مليل آهن. زرعي مقصد لاءِ قائم ٽيوب ويلن کي مفت بجلي مهيا ڪئي وڃي ٿي. مان پڇيو ڊيم ۽ بجلي گهر صوبن حوالي آهين يا مرڪز جي. هن ٻڌايو ته درياهه ۽ بجلي گهر صوبن حوالي آهن انهن سان مرڪز جو ڪو به واسطو ناهي. هن وري مونکان پڇيو ته توهان وٽ درياهه ۽ بجلي گهر صوبن وٽ آهن يا مرڪز وٽ. مون هن کي ٻڌايو ته اسان وٽ هر شئي مرڪز حوالي آهي. صوبا پنهنجن وسيلن هوندي به مرڪز جا محتاج آهن. هن پڇيو ائين ڇو. مون چيو مونکي خبر نه آهي. پر اسان جا وڏا به ٻڌائيندا هئا ته اسان وٽ شروع کان ائين ٿيندو آيو

آهي. هو يا سمجهي نہ سگهيو يا حيرت ۾ ٻڌي چپ ٿي ويو تہ مان الائي هن سان سچ ڳالهائي رهيو هيس يا ڪوڙ. وچ ۾ ٻنهي ڪراڙن ڳالهائڻ شروع ڪيو. جيڪو هورئين پيا ڳالهائين. جتين پنجابي سوچ مطابق ڳالهائيندا آهن تہ هر شئي جو مالڪ هڪ الله سائين ۽ ٻيو مرڪز (پنجاب) آهي. مان وري هن کان پڇيو پنجاب ۾ ڪهڙي پارٽي جي حڪومت آهي. جئيمل سنگهہ چيو تہ هتي اڳ ۾ اڪالي ٻي جي ٻي ۽ ڪانگريس جي گڏيل حڪومت هئي. هاڻ اڪالي ٻي جي ٻي اڪالي دل سان اتحاد ڪري چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻي آهي. ڪانگريس ماڻهن کي مايوس ڪيو. مان هن کان ٻجي ٻجي سوال ڪيو تہ سِکن اندرا گانڌي جهڙي عظيم اڳواڻ کي ڇو ماريو. هو ان وقت سخت ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ اندرا گانڌي کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. جي هن هھڙي تهڙي گولڊن ٽيمپل تي آپريشن ڪري هزارين گهوٽ ڪُنا. اُن کان اسان جي ٻن ڳڀرو جوانن بدلو ورتو ۽ ڪيس اُڏائي ڇڏيو. هن چيو توهان شايد امرت سر جي جڙيان والا باغ جي ٻاهران وڏو ٻُت نہ ڏٺو آهي. اُهو آزادي جي هيرو سُک ديو جو آهي. جنهن لنڊن ۾ وڃي. جڙيان والا باغ ۾ سکن جو قتل عام ڪندڙ جنرل ڊائر کي ان وقت گولي هئين جڏهن جنرل ڊائر هڪ پروگرام ۾ تقرير دوران فخر سان جڙيان والا باغ ۾ ڪيل معصوم سِکن جي قتل عام جو ذڪر ڪري رهيو هو. بائوجي سِک ڪڏهن بہ پنهنجن جي خون تي سودو نٿو ڪري سگهي. اندرا کان بہ سِکن گولڊن ٽيمپل ۾ جنرل ڊائر جيان ڪيل قتل عام جو بدلو ورتو هيو.

اسان هڪ شهر ۾ داخل ٿياسين تہ سِک ڊرائيور ٻڌايو هاڻ جالندر ضلعو شروع ٿيو آهي. هي ڪرتار شهر تعلقي هيڊ ڪواٽر آهي. تعلقي هيڊ ڪواٽر بہ سکر کان وڏو آهي. مونکي جالنڌر جو نالو ٻڌندي ئي سچو ڏيان هن شهر ضلعي ۾ جنم وننڌڙ ايشيا جو ماڊل ڊڪٽيٽر جنرل ضياالحق ۽ ٻيو پاڪستان جو قومي ترانو لکندڙ حفيظ جالنڌري ياد اچي ويا. ٻئي هن ضلعي جا ڄاوا هئا.

جالنڌر شهر ۾ پهتاسون تہ مان پنڊي جي چوڌري کي چيو هتي بہ تنهجا ننهيال يا ددڌيال هوندا. هن چيو ها بلڪل منهنجي دديال جا دديال هتان جا رهندڙ هئا. سِک ڊرائيور هلڪو ڪليو تہ مان سمجهي ويس تہ هو هنن کي مها ڪوڙو ۽ شادي بد خبر سمجهي چڪو آهي. ٿورو شهر کان ٻاهر نڪرندي هن حويلي هوٽل تي ڪار بيهاري جو اسان جي ڪافلي ۾ شامل سمورا دوست بہ اُتي لٿا هئا. خبر نہ آهي تہ هندستاني هر شهر ۾ هڪ هوٽل جو نالو حويلي ڇو رکيو ويندا آهن. ان هوٽل ۾ هڪ نقلي کوهہ ان ۾ پيل ٻالٽي ۽ پارٽي مرد عورتون خاص طور سِک کوهہ مان ٻالٽي ڪيڙڻ وقت فوٽو ڪيڙائين ٿا عرتون دلو ڪٽي پورهئن ٽيو. هتي عبدالحڪيم بجاراڻي ۽ عبدالوهاب شر، اسماعيل ميمڻ، صلاح الدين گنڊاپور، سليم منگريو سميت ڪافي دوست ويٺا هئا. وهاب ۽ عبدالحڪيم چيو اسان نہ چانهہ پيتي آهي نہ پڪوڙو يا پوري ڪاڌي آهي. تنهنجي انتظار ۾ ويٺا آهيون. هتي پئسا ڪائونٽر تي جمع ڪرائڻا پيا پون اُتان ڪوپن پيو ملي. شئي جا پئسا ڏنا آهن اُها ان مقرر اسٽال تان ملي پئي. مونکان وهاب شر پڇيو ڇا کپي. مون چيو يار گذريل پيري هتي ماٺهو ڪچوريون ۽ پوريون پئي کاڌيون. منهنجو وات پاڻي پاڻي پيو ڪري. پر اسان جو يار فيض الله ڪورائي بيمار هو ان ڪري هن جي بيمار ٿيڻ جي ڊپ کان مان تريل شيون وٺڻ کان پاسو ڪندو هليو هيس. سو هيئينر ڪچوريون ۽ پوريون ٿا وٺون. هو انهن جا ڪوپن وٺي آيو. مون کي نہ پوري مزو ڏنو نہ ڪچونپر نہ ڪچوري ان ۾ عجيب قسم جي بوءِ محسوس ٿي سمجهہ ۾ نہ آيو. اسان سڪر ۾ هڪ درجن پوريون ويٺي ويٺي کائي ويندا آهيون. پوري ڇولن سان کائڻ بعد وري چانهہ سان بہ کائيندا آهيون. هتي مان تہ هٿ پٽيا اسان جي سردار عبدالحڪيم خان بجاراڻي بہ هٿ پٽيا. هنن ٻنهي يارن چيو تہ بد مزي آهن. وهاب چيو ڇڏيو هن کي پئسا وياسي ويا. هاڻ ٻڌايو چانهہ پئيندا يا ڪافي. مان چيو ڇڏيو وهاب هاڻ ڪوپن مان ٿو وٺان. ان تي وهاب شر چيو صاحب هاڻ

ان مان يا توهان ۾ ڪو فرق ڪرنهي. پئسا خرچ ڪرڻ آيا آهيون. موٽائي ڪونهن وچڻا ڳالهه ڪر ڇا ڪپي. مان چيو ڪافي. هو ڪافي جا ڪوپ. وٺي آيو. اسان ڪافي استال واري کي ڪوپن ڏنا هن تي ڊسپوزيبل گلاس ڪافي پري ڏنا. اسان کي ان وقت حيرت ٿي ڇو نه پنجابي ته اهڙيون حرڪتون ڪندا رهندا آهن. انهن تي حيرت نه ٿيندي آهي. ڇو ته هنن وٽ شرم حياء رک لحاظ نالي ڪا به شئي نه ٿيندي آهي. پر اسماعيل ميمڻ جڏهن اها حرڪت ڪئي ته اسان لاءِ رکيل ٻن ڪافي جي گلاسن مان هڪ ڪوپن ڏيڻ ڪانسواءِ ائين اچي کنيون جين سبيل جي استال تان سبيل کڻندو هجي. مون کان نڪري ويو چريا ڪوپن ورتو آئي. هتي پئسن سان ڪوپن ملندو آهي ۽ ڪوپن تي ڪافي ۽ چانهه ملندي آهي. هن هٿ ڪڍيو ۽ ڪوپن وٺڻ هليو ويو. پر ان تي وري مان کي پنهنجي رويئي تي شرمساري محسوس ٿي ته هو پنجابي نه هو مونکي هن کي ڪافي جو گلاس کڻڻ کان منع نه ڪرڻ کپندو هو. پر مان الائي ڇو ان کي ضروري سمجهو ڇو ته لاهور کان پنجابين اسان کي اهڙيون حرڪتون ڪرائي مچرائي ڇڏيو هو. تنهن ڪري منهنجو اهڙو رد عمل فطري هو جڏهن اسماعيل ميمڻ ڪوپن وٺي آيو. مونکي ڏيڪاريندي چيو هي ڏس چريو ڪوپن وٺيون پيو وڃي. مان سمجهي ويس ته هن اُن ڳالهه کي دل ۽ دماغ ٻنهي تي ورتو آهي.

بهرحال اسان ڪافي پيئڻ بعد اٽڪل 5:00 وڳي چنڊي ڳڙهه لاءِ روانا ٿياسين. منهنجي ڪار جو ڊرائيور ۽ وهاب شر جي ڪار جو ڊرائيور امرت سر جا هجڻ ڪري هڪٻئي جا گهرا دوست هئا. اهي ٻئي ڪارون هڪٻئي جي اڳيان پٺيان پيا رکن. پيو ته ٻئي سِک آهن. هن ٻڌايو ته هو پڪو سِک آهي جو هو نه سگريٽ پئي نه شراب. پر مان ٿورو ڪمزور ايمان جو سِک آهيان شراب پئيندو آهيان. پيو پنهنجي ڪار هن سِک ڊرائيور جي پٺيان پيو هلايان. اهو ان ڪري ته هو ڏاڙهي وارو سِک پارت ۾ گهڻو رليو پنيو آهي. هنن ٻنهي جي دوستي سبب. وهاب ۽

مان تقريباً سفر ۾ هڪ ٻئي جي ويجهو رهيا سون. پر عبدالحڪيم خان بجاراڻي اسان کان ڪٽيل رهيو آهي. جو اهو ان ڪري ته اسان جي ڊرائيورن سان هن جي ڊرائيور جو ڪو رشتو ناتو ناهي. ان ڪري هو اسان کان ٽئل ۽ پري پري رهڻ تي مجبور هو. پر هن جي پري رهڻ جي ڪري اسان عبدالحڪيم خان جي گوهر افشائي کان تقريباً محروم رهيا سين. هي عمر ۾ مونکان 20 سال وڏو ٿيندو. پر هي اسان سان هم عمر وارو ورتاءُ ڪندو رهندو آهي. هن ۾ جيترو برداشت ڪرڻ جو مادو آهي. مان ڪي هن جي بلوچ هجڻ تي شڪ ٿيندو آهي. ڪنهن به ڳالهه تي ڪو به سنگتي چڙي پيو. عبدالحڪيم بجاراڻي پاڻ تي وٺندو ادا اها سمجهيو ته غلطي هن فقير ڪئي آهي ڪار جي اڳئين سيٽ چڙي پاڻ کان گهٽو نندي ڪي چوندو سائين توهان اڳيان ويهو. مان هن ڪي حويلي هوٽل ۾ ڏسي چيو. اسان جا سردار صاحب ڇا حال آهي. چيائين هتي مان ڪي سردار نه چئو. هتي سردار جي ٻي معنيٰ آهي. ڪنڊڪوٽ ناهي. هتي مان سِک سردار سمجهي ماري نه وجهن. مان جيبو چيو. ادا توکي خبر ناهي. سِک هتان جا بلوچ اٿئي. مان ڪي نه سِکن واري ڏاڙهي آهي نه پٽڪو. ماري نه وجهن ته هي ڪهڙو سردار آهي. مان چيو سائين پوءِ ته منهنجو ڪم ٿي ويو هڪ بلوچ سردار ڪتائي هلندس. پانهون ٻڌي چوڻ لڳو ادا پنهنجي ملڪ جا حساب مڙس ماڻهو ملڪ ۾ ڪندا آهن ته شر صاحب پلي ماراءِ پر تنهنجي مڙسيءَ جي خبر پئجي ويندي ته شر ڪيڏا مڙس ماڻهو آهن. پنهنجا پلاند پاڻ نه پر سِکن کان ٿو ڪرائين. مان چيو سائين ڪجهه به چئو هڪ سردار ڪتائڻو آهي.

اسان ان دوران ضلعي ڪُرڪ شستر جي ڳوٺ ڪچڙڪل يا ڪ ڪل وٽ (مونکي سِک ڊرائيور جو لهجو ۽ آواز گهٽ سمجهه ۾ ٿو اچي تنهن ڪري اچار پنهنجي مرضيءَ سان ناهيا اٿم. پڇتاسون ته سِک ڊرائيور جئيمل سنگهه چيو هي امر شهيد ڀڳت سنگهه جو ڳوٺ آهي. مان چيو ناراض نه ٿي ته ٻن منٽن لاءِ هتي بريڪ ڏي. سِک تمام گهٽو قوم

پرست آهي. هو پاڻ خوش ٿيو تہ پاڪستاني بہ ڀڳت سنگهہ لاءِ ڪيڏي عقيدت ٿا رکن. مان کي چيو سرجي ناراض نہ ٿيو تہ هڪ سوال ڪيان مان چيو بلڪل هتي ناراض ٿيڻ جو سوال ئي ناهي سردارجي چيو ڇا پاڪستان ۾ ڀڳت سنگهہ جي ايتري عزت آهي جيتري ڀارت ديش ۾ آهي. مون چيو مون کي خبر نہ آهي. تہ هتي هن جي عزت ڪيتري آهي. پر هو سنڌ سميت سڄي پاڪستان جو اهڙو ئي هيرو آهي جهڙو ڀارت جو. هن کي مان ٻڌايو تازو حيدرآباد ۾ اسان جي امر انقلابي ۽ شهيد هيمون ڪالوڻي جي ساٿي سنڌ جي عظيم قومي شاعر سائين شيخ آياز جي ورسي جي موقعي تي اسان جي امر شاعر شيخ اياز جو ڊرامو ڀڳت سنگ جي ڦاسي. اسٽيج ڪيو ويو. ان کي سنڌي پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا نشر ڪيو ۽ هزارين ماڻهن وڏي چاهہ مان اُهو ڊرامو ڏٺو. شهيد ڀڳت سنگهہ کي سنڌ وارا امر شهيد هميون ڪالاڻي جيان ياد ٿا ڪن ۽ ڀيٽا ڏيندا ٿا رهن.

سِک ڊرائيور چيو سر. هيمو ڪالاڻي جي باري ۾ ٻڌائيندا. مون چيو ها. هو سنڌي سورمو هو. هو بہ ڀڳت سنگهہ. گرو ديو. اشفاق. چندرشيکر آزاد ۽ پيرپاڳاري سورهہ بادشاهہ. سبغت الله شاهہ شهيد جو ساٿي هو ۽ انگريزن کي ملڪ نيڪالي ڏيڻ ۽ انگريزن کان آزادي وٺڻ واري جنگ جو سپاهي هو. هن گاڏي سائيڊ تي بيهاري ۽ چيو هي رستو سڌو ڀڳت سنگهہ جي ڳوٺ طرف ٿو وڃي. مان هٿ کڻي ان رستي کي سلام ڪيو. پوءِ سِک ڊرائيور وري سوال ڪيو. سر جي توهان هڪڙو پيو بہ نالو کنيون. اهو ڪير هو. مان چيو اسان جي سنڌ ۾ هڪ وڏي روحاني گادي آهي. پير جو ڳوٺ. ان جا پير سدائين وطن پرست ۽ سامراجيت جي پرماريت جا مخالف رهيا آهن. اُتي هڪ پير جنهن جو نالو پير صبغت الله شاهہ راشدي آهي. هن کي 13 سالن جي عمر ۾ گادي ملي. هن 20 کان 22 سالن جي عمر ۾ ئي پنهنجي مريدن کي انگريز سامراج خلاف جنگ وڙهڻ ۽ انگريزن کي ڏيهہ نيڪالي ڏيڻ لاءِ تربيت ڏني ۽ نعرو هنيون.

وطن يا ڪفن آزادي يا موت ۽ حر تحريڪ جي شروعات ڪئي، جنهن تي انگريزن ناراض ٿي هن تي جڙتو بغاوت جو ڪيس هلائي موت جي سزا ڏئي ڦاسي چاڙهي گمنام هنڌ تي دفنائي ڇڏيو پوءِ هن جي ٻن معصوم پٽن شاهه مردان شاهه ۽ نادر شاهه کي جلاوطن ڪري لنڊن موڪلي ڇڏيو، هن جي هزارين مريدن ۽ پيروڪارن جو انگريزن وڏي پئماني تي قتل عام ڪيو ۽ حرن انگريزن کي ٽوٽا چٻائي ڇڏيا ۽ سنڌ ۾ هڪڙو ڪلاڪ به سُک سان حڪومت ڪرڻ نه ڏني، جنهن سبب انگريزي سامراج پيچ پائي پچي وڃڻ تي مجبور ٿيو، ان جو فرزند تازو وفات فرمائي ويو آهي ۽ هاڻ ان جو هم نام پوٽو پير صبغت الله شاهه راشدي ملڪ جو انون پير پاڳارو ٿيو آهي، سک ڊرائيور چيو ان شهيد پير کي به منهنجو ست گرو مچيندي سلام.

اسان کي افسوس به آهي ته حيرت به، هتي ڀارت ۾ ڀگت سنگهه، چندر شيکر آزادا سميت سڀني آزادي جي هيروز جون يادگار ٺهيل آهن، پر سورهيه بادشاهه ۽ هميون ڪالاڻي سميت ڪنهن به آزادي جي هيرو جي ڪٿي به ڪا يادگار نه ناهي وئي آهي، نه ئي اڄ ڏينهن تائين سورهيه بادشاهه کي ڀيٽا لاءِ نشان حيدر سميت ڪوبه تمغو ڏنو ويو آهي، اها تاريخي ستم ظريفي آهي يا اسان مٿان راڄ ڪندڙ حڪمرانن جون زيادتيون يا اڄ ڏينهن تائين اسان مٿان حڪومتون ڪندڙ انگريز سامراج جا دلال رهيا آهن، اهو سوال هتي جي هر دور ۾ هر حڪمران کان تاريخ ڪندي رهندي، ڪيترو پڇندا، اسان هجون نه هجون، اهو تاريخ ضرور ٻڌائيندي.

اسان رات جو 8:00 وڳي چنڊي ڳڙهه پهتاسون، جتي شهر ۾ داخل ٿيڻ وقت پنجاب جي مُک منتري (وڏي وزير) پاران شهر جي پوليس ڪمشنر استقبال ڪيو، پروٽوڪول ۾ اسان جي ڪافلي کي پنجاب پوليس پائليٽ ڪيو، چنڊي ڳڙهه پنجاب جي ٻن صوبن، پنجاب ۽ هرياڻه جي گادي جو شهر آهي، هن جا روڊ اسلام آباد جي روڊن جيترا

ويڪرا ۽ هر طرف وڻ ئي وڻ آهن. هتي هر چوڪ تي وڏو پارڪ ٺهيل آهي. وڏي حد تائين هن شهر جي اسلام آباد سان هڪجهڙائي آهي. اسان کي ائين پيو لڳي ته اسلام آباد جي روڊن تي گهمي رهيا آهيون. اسان کي منو ڪلاڪ لڳو ان بعد چنڊي ڳڙهه جڊيشل اڪيڊمي جي ڪامپليڪس ۾ آندو ويو. جتي پنجاب بار ڪائونسل جي صدر ڪلبير سنگهه ڀالپوال اسان جي آجيان ڪئي ڏاڍو خوش نظر اچي رهيو هو. اسان کي هن اڪيڊمي جي ڪئبنين ۾ وٺي آيو. اُها ايتري ته وڏي آهي جو 500 ماڻهو آرام سان هن ۾ ويهي کاڌو کائي ٿا سگهن. اسان جي مان ۾ چانهه پارٽي رکي وئي ۽ اهو به چيو ويو ته جلد پنجاب پوڻ (پنجاب هائوس) هلو. مان سوچيو ته پهرين ڪمرو وٺي سامان هڪ پرڪجي ۽ ڪپڙا تبديل ڪجن. مان ان خيال کان بار جي صدر ياسين آزاد کي چيو ڪمرو ملندو. هن چيو. هتي ڪمرا بلڪل ٿورا آهن. توهان جي رهڻ جو بندوبست ٻئي هنڌ آهي. مان منجهي ويهي رهيس. سوچيم هي اسان سان وري پنجابگيري ڪندا. اسان کي ڪٿي گندي هنڌ اُجلي هتي پنهنجا ماڻهو رهائيندا. ائين ئي ٿيو مان سائيڊ ڪيو ويٺو هيس. اُتي ئي ياسين آزاد. طاهر چوڌري. اسحاق چوڌري ۽ ٻين کي ڪائونٽر طرف وڃڻ جو اشارو ڪيو. مان به هنن جي ڪڍ اوڏانهن ويس. هو پاڻ ۾ ڳالهائيندا پئي آيا. مان تڪڙو تڪڙو ڪائونٽر تي ويس. ڪائونٽر واري چيو نالو ٻڌايو. مان نالو ٻڌايو. هن چيو توهان جو نالو هتي جي لسٽ ۾ ناهي. هتي صرف 100 ڪمرا آهن. منهنجي پويان بهاولپور جو وڪيل راڻا يعقوب پيو بيٺو هو. هن پنهنجو نالو ٻڌايو. ڪائونٽر واري لسٽ ڏسي چيو ها توهان جو نالو آهي. توهان سان گڏ ٻيو ڪير هوندو. راڻا سان ڪو ٻيو ماڻهو ڪونه هو يا سرائيڪي هجڻ سبب پنجابين واري روايتي بي حيائي نه ڪري سگهيو. هن منهنجو نالو لکرايو. مان سوچڻ لڳس ته عبدالحڪيم خان بجاراڻي وري رلي ويندو ڇو ته ڪراڙو مڙس آهي. سمجهندو مان هن جي سار سنڀال نه لڌي. مان راڻا يعقوب کي چيو.

توهان نالو ٻڌل منهنجو تعارف ٿيو پر مان توهان سان گڏ عبدالحڪيم خان بجاراڻي کي رهائيندس سان سامان ڪار مان لاهي، ڪمري نمبر 312 جي ڳولا ۾ هئاسون. تہ اتي ٽريننگ لاءِ آيل هڪ ڊپٽي پراسيڪيوٽر ملي ويو. پهريان تہ هن اسان کي لفٽ نہ ڪرائي. پر راڻا يعقوب جي گهڻو ڳالهائڻ واري عادت هتي ڪم اچي وئي. هو ڳالهائيندو ويو تہ سپريم ڪورٽ پاڪستان جا وڪيل آهيون. هتي توهان جي سپريم ڪورٽ بار جي دعوت تي آيا آهيون. ان بعد هن ڊپٽي پراسيڪيوٽر جنرل جي دلچسپي وڌي ۽ هو اسان کي لفٽ طرف وٺي آيو ۽ لفٽ ۾ سوار ڪري اسان کي ڪمرو نمبر 312 تائين پهچايو. پوءِ راڻا يعقوب هن کي ڪمري ۾ بہ وٺي ويٺو اتي بہ راڻا تمام گهڻو ڳالهائيندو رهيو. مان پئي سوچيو تہ هن کان هتي جي عدالتي نظام بابت معلومات وٺان. پر راڻا بس نہ پيو ڪري. راڻا اٿي پنهنجي بيگ کولي ان مان وسڪي جي بوتل ڪڍي فرج کولي تہ ان ۾ پاڻي نہ هو. مان هن کي چيو تہ ٻاهر ورانڊي ۾ ڊسپينسر لڳل آهي. هي جڳ ڀري ٿو اچان پوءِ ويهو پر هن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري بحث شروع ڪيو تہ مان پاڻي جو جڳ ڀري راڻا کي شراب ۾ مصروف ڪري، هن کان معلومات وٺڻ شروع ڪئي. هن ٻڌايو تہ هو جالنڌر جي عدالت ۾ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيل آهي ۽ تازو ڪميشن پاس ڪري ڊپٽي پراسيڪيوٽر ٿيو آهي. هتي ڊپٽي پراسيڪيوٽر 15 گريڊ جو آفيسر آهي. ان جي بہ اتي ڪميشن ٿيندي آهي. سول جج اسان وٽ 17 گريڊ ۾ هوندي، بہ ڪلارڪ وارو لکت ۾ امتحان ڏئي ڪميشن کان سواءِ سول جج ۽ جُڊيشل ماجسٽريٽ ٿي ٿو وڃي. هو هتي ٽريننگ ڪرڻ آيو آهي. هن کي ماجسٽريٽ جي ٽريننگ کان پوءِ ريگولر ڪيو ويندو. مان چيو هي هيڏو وڏو ڪامپليڪس صرف پراسيڪيوٽرس جي ٽريننگ لاءِ آهي. هن چيو تہ نہ هي سيشن جج. ايڊيشنل ۽ اسسٽنٽ سيشن ججن جي ڪلاريڪل اسٽاف جي بہ ٽريننگ ٿيندي آهي. هتي

رٽائرڊ ججن ۾ سينئر وڪيلن کي مقرر ڪيو ويو آهي. اهي هتي سنين پگهارن تي استاد مقرر ٿيل آهن.

مان سوچڻ لڳس ته اسان وٽ ته ججن جي ٽريننگ ٺي مشڪل سان ٿيندي آهي. پراسيڪيوٽر ته اسان وٽ ڪڏهن سوچيو به نه هوندو ته هن لاءِ به ڪو ٽريننگ جو طريقو هوندو آهي. راتا جو پيئڻ ۾ ڳالهيون ڪونه پيو ڪٿن. مان تيار ٿي چيو مانس ته گاڏيون تيار آهن ۾ مَک منتري طرفان ماني جي دعوت ڏنل اهي. هن چيو نيڪ آهي مان به هلان ٿو. بوتل مان هٿ ڪيڍي گلاس کي لسي ڪري ڇڏيائين. مون سوچيو هاڻي هي ڪٿي پاڻ کي ڪرچل نه ڪري ويهي. 60 کان 65 سالن جي هن ڪرا ڙي کي پنهنجي عزت خراب ٿيڻ جو ذرو برابر به خيال نه آهي. مان دربند ڪيو ۾ جهومندو هلندو رهيو. هن کي نشا وني ويا. وِڪ ڪجي ٿي نه پئي جتين تئين ڪري هن کي گهلي مان ڪار تائين آندو. وهاب شر پهريان کان ڪار ۾ ويٺو هو. مون هن کان پڇيو ته بجاراڻي صاحب ڪيڏانهن ويو. وهاب چيو ته هن کي الڳ سنگل ڪمرو مليو آهي. مان ڪراچي جي جاويد چناري سان جوڙي ۾ آهيان. هن راتا کي ڏسي چيو ته هن کي چا ٿيو آهي. مون چيو ته ڏوڙ پئي اٿس. ٽي چار گلاس شراب جي هڪ ٺي وقت لسي ڪري آيو آهي. وهاب چيو هي ته پروگرام ۾ گند ڪندو. هن کي نه وني اچين ها. مون چيو گند ڪندو ته صاف به ياسين آزاد ۾ عاصمه جهانگير ڪندس. جيڪي هيڙا بيهودا وني آيا آهن. جن جو مقصد صرف شراب پيئڻ آهي. هن کي ڪار جي اڳئين سيٽ تي ويهاريو سين. وهاب ڪجهه نه چيو هي يار موالي اتڪي پيو. توهان مان کي پنجابي چو ٿا چئو. مان ذات جو پيو آهيان ۾ بهاولپور سان تعلق آهي. وهاب چيو ته هي نشي ۾ به اسان کي بيوقوف ناهڻ جي چڪر مان نٿو نڪري. اسان جي ڪار چندي ڳڙهه جي مختلف روڊن تان هلندي رهي. رات جا 10:00 ٿي وڃڻ ڪري. ٽريفڪ صفا گهٽ هئي. رات جو 9:00 وڳي ٺي دڪان ۾ بازارون بند ٿي ويندا آهن. حڪومت جي باقاعدي رٽ (Writ) تي عمل

ٿيندو نظر ٿي اچي ٿو. اسان جي گاڏي مختلف روڊن تان ٿيندي مُني ڪلاڪ اندر پنجاب ڀَوَن (پنجاب هائوس) تي پهچي وئي. جتي پنجاب بار جو صدر ۽ سيڪريٽري اسان جو استقبال ڪرڻ لاءِ بيٺا هئا. اسان چيو توهان جي دعوت ته سياٽي آهي. هتي ٿي آجيان توهان پيا ڪريو. بار جي صدر ڪلبير سنگهه پاليوال چيو ٿڪ منتري ساڍي انهن تائين اوهان جو انتظار ڪيو. پر جڏهن توهان دير ڪئي ۽ نه پهتا ته هو هليو ويو. چيو ته هن جا پيا ٿي پروگرام هوندا آهن. هتي وقت جي پابندي آهي. ان ڪري هن کي وڃڻو پيو. ان جاءِ تي اسان توهان جي آجيان ڪري رهيا آهيون. پروگرام شروع ٿيو ته پنجاب بار جي صدر ڪلبير سنگهه پنجابي زبان ۾ ست سري ڪال (آجيان) چئي ڪئي. ان بعد سپريم ڪورٽ بار آف پاڪستان جي صدر ياسين آزاد. پاڪستان بار ڪائونسل جي وائيس چيئرمين اختر حسين (هي ٻئي سنڌ جي سيٽن ۽ ڪوٽا تي پيپلز پارٽيءَ جي ڪاتي ۾ سنڌين جو حق ماري سنڌ ۾ سنڌي هجڻ جو ڍونگ رچائي هتي پنجاب جي نمائندگي ڪري رهيا آهن). سپريم ڪورٽ بار جي سيڪريٽري اسلم زار جن کي سڏايو. جن ٿي پنجابي ۾ تقريرون ڪيون. ائين پيو لڳي ته نه هندستان آهي نه پاڪستان. هي هڪ نئون ملڪ نهي پيو آهي. جنهن ۾ وڇڙيا مليا آهن ۽ ڏاڍو خوش آهن. واپسي تي عبدالحڪيم بجاراٽي چيو ادا هتي سڀ پنجابي ٿي پيا آهن. پاڪستاني رڳو توهان ۽ اسان آهيون. اتي هي هڪ قوم هجڻ جو ڍنگ رچائيندا آهن. ڪو ٿي سنڌي، بلوچ، پختون نه آهي. هي صرف ۽ صرف پنجابي آهن. عبدالوهاب شر چيو ته لاهور مان جڏهن واگها لاءِ هليا هئا سون ته شبير شر مونکي چيو ته واگها باڊر پار ڪندي ئي جئين اتاري باڊر ۾ داخل ٿيندا سون ته سيئي يار لاهوري ۽ پنجابي ٿڄي ويندا. اسان پاڪستاني هوندا سين. اج اها ڳالهه ثابت ٿي وئي.

صبح جو انين وڳي اُٺي تيار ٿياسون. نيرن وغيره ڪٿي ملندي ڪوپتو نه هو. اسان کي چيو ويو ته پنهنجي ڪارن ۾ ويهو. منهنجي ڪار

ته ڪراڙن کي ڪٽي نڪري وئي. مان پنهنجو سامان رات يعقوب ڀيو جي ڪار ۾ وجهي واپس روم تي آيس ته هن ڪراڙي ٽي ٻاهر ڪيان. مان اڃي دنگ رهجي ويس ته هي همراهه صبح جو نيرن بغير مني بوتل شراب جي چٽ ڪري ويٺو هو. مان کي ڏسي کلي ڏنو. مان کي ٻانهه وٺي وٺي. اسان کي اڄ مشترڪه هاءِ ڪورٽ بار هريانه ۽ پنجاب پاران جو استقبال [illegible] آهي. هي ته گهڻ ڪندي مان هن کي جلدي [illegible] جي ڪار ۾ رکي ڏيڻي رهيس. ڊرائيور جيئن ڪار [illegible] جيئن هوٽل [illegible] پيئي ويئي. ڊرائيور کان به دانهن نڪري وئي هن [illegible] پاڪستان ۾ شراب تي پابندي آهي. مان چيو تڏهن ته هتي پنهنجو ڪارو منهن ڪندا ٿا وتن. ڊرائيور هن کي وٺي ويو ۽ ڳوليهي موٽي آيو. هن چيو ڪمري ۾ نه هو. مان چيو اڪيڊمي جو پيو به ڪو گيٽ آهي. ڊرائيور چيو گيٽ ته ڪافي آهن. مان هن کي چيو ته سڀني گيٽن تي ڏس. هي نشي ۾ هو پٽڪي ويو هوندو. نيٺ اوپر پاسي واري گيٽ تي پنهنجي لاش کي گهليندو نظر آيو. ڊرائيور ٻانهن کان وٺي ويهاريس.

اسان چنڊي ڳڙهه کي ڏيهن سان ڏٺوسون. ايترا وڏا ۽ ويڪرا روڊ ته دهلي ۽ اسلام آباد جا به نه آهن. وٽڪار ئي وٽڪار. بهار جي موسم هئي. هر چوڪ تي هر رنگ جا گل تڙيل آهن. جنت جو نظارو لڳي رهيو آهي. مون وٽ ڪئميرا نه هجڻ ڪري مان هي دلڪش نظارو محفوظ نه ڪري سگهيس. منهنجي پٽن نور علي ۽ شهريار چيو به هو ته ڪئميرا وٺي ٿا اچون. پر مونکي وسارو هجڻ ڪري مان هنن کي منع ڪئي هئي ته عبدالحڪيم بجاراڻي چيو آهي ته هو ڪئميرا آڻيندو. پر هتي روايتي پنجابي داداگيري جو شڪار ٿياسين ۽ الڳ الڳ رستا تي ويا آهن. هن شهر کي ٻن صوبن جي حڪومت ناهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ٻئي صوبا هن شهر مان هٿ پٽڻ لاءِ تيار نه آهن ۽ ٻنهي صوبن جي عوام جو ڪو اهڙو ارادو به نٿو لڳي ته ڪوئي اهو چوندا هجن ته هي پنجاب جي گادي يا هريانه جي گادي جو هنڌ آهي. ٻنهي صوبن جي ٻولي به پنجابي

آهي. تہ پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ پنجاب کي ٽوڙي هريانہ صوبو ڇو ناهيو ويو. سک ڊرائيور کي ان بابت ڪا خبر نہ آهي، پر هو چوي ٿو تہ پنهنجي صوبن جو عوام هن شهر سان بي انتها پيار ٿو ڪري ۽ اهي هن مان هٿ ٽٽڻ لاءِ تيار نہ آهن. وڏيڪ اڳتي ڪو اهڙو ماڻهو مليو تہ ان کان پنجاب کي ٽوڙي هريانہ صوبو ناهڻ بابت معلومات وٺنداسين. هتي جا ماڻهو اسان جي ماڻهن جيان باشعور يا عام جاڻ رکندڙ نہ آهن. هي پنهنجي ڪم سان ڪم رکڻ جي فلسفي تي ڪيتري قدر وسو ڪن ٿا. سنڌي ماڻهو اتي جهڙيا هوندو تہ بہ توهان سان موهن جو دڙو، ڪوٽ ڏيجي، هڙاپا ۽ گنڌارا جي تهذيب جي ٿوري يا گهڻي ڄاڻ ضرور رکندڙ ملندو. جي صفا نپٽ ڇڙهو هوندو (اسان جي دوست منظور شيخ جيان) تہ بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ڳالهائي ويندو. هي هڪ ٿي لفظ ٿا ڳالهائين پتا نهي جي.

اسان پنجاب ۽ هريانہ هاءِ ڪورٽ بار پهتاسون تہ اُتي پنجاب هريانہ بار جي صدر ڪلبير سنگهہ پاليوال اسان جو ست سري ڪال ۽ اسلام عليڪم سان استقبال ڪيو. مان راڻا کان الڳ ٿيڻ جي ڪوشش ڪندي اڳتي وڌي ويس تہ هو نشي ۾ ٿُن مُني بوتل پيتل سرائيڪي کي پنجابي بڻائڻ جي ڪوشش ڪندي مارواڙي ڳالهائي رهيو هو.

اسان اندر بار ۾ وڃي ويناسون. بار تمام وڏي هئي. اهڙي وڏي ۽ ڪشادي بار جنهن ۾ بہ اڍائي هزار ڪرسيون ٽيبلون رکيل هجن. مان نہ ڏٺي آهي. اسان وٽ بار ۾ عورت وڪيلن لاءِ الڳ ڪمرا نهيل هوندا آهن. هتي اهڙو ڪو بہ الڳ Provison نظر نہ آيو. سڀ گڏ ويٺا هئا. هڪ وڪيل منهنجي پرسان اچي ويٺو. هن پنهنجو نالو ڪلبيت سنگهہ سيلو ٻڌايو. مون چيو تہ نالي مان تہ توهان سک ٿا محسوس ٿيو. هن چيو ها. مان سِک آهيان. پر توکي نہ ڏاڙهي نہ سکن وارو پٽڪو نہ ڪڙو آهي، هن چيو اسان جديديت ۾ شامل ٿي ويا آهيون. ان ڪري نالي جا سِک آهيون. اهو ڏاڍو ڏکيو عمل آهي. سِک رهڻ لاءِ جسم جو ڪو بہ وار لاهڻو ناهي پوندو. ان ڪري ڪٽر مذهبي ئي سک رهي سگهن ٿا. مان هن کان

پڇيو ته هتي هريانه پلس پنجاب جي هڪ ئي هاءِ ڪورٽ آهي. ان ۾ ڪيترا جج آهن. هن چيو چاليهه ججن جون اساميون آهن. اتي 36 جج مقرر آهن. 4 ججن جون جايون خالي آهن. مونکي حيرت ٿي ته ٻن صوبن جي هاءِ ڪورٽ ۾ رڳو 40 جج. اسان جي هڪ صوبي سنڌ ۾ 40 ۽ پنجاب ۾ 60 جج آهن. هن ٻڌايو ته 1979ع کان هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس التوا جو شڪار آهن. مون هن کي پڇيو ته فوجداري يا سول. هن چيو ٻئي، مون پڇيو توهان وٽ عمر قيد گهڻا سال آهي. هن چيو عمر قيد جيتري ماڻهو جي عمر ٿيندي آهي، مان سمجهي ويس. هي صاحب وڪيل نه پر ڪنهن اداري جو فقير آهي. 1970ع کان ڪو ماڻهو سزا يافتا هوندو ته سزا ڪاٽي نڪري چڪو هوندو يا جيل ۾ مري چڪو هوندو. 32 سال ته عمر قيد جي دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ سزا ناهي. هن کان پڇيم هتي هاءِ ڪورٽ بار ۾ ڪيترا وڪيل آهن. هن چيو 7 هزار مان سوچيو اڍائي کان ٽي هزار ويهڻ جي گنجائش واري بار ۾ 30 هزار کان گهٽ ميمبر نه هوندا. لاهور هاءِ ڪورٽ پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي بار آهي. جنهن ۾ 25 هزار ميمبر آهن. هتي 7 هزار ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي. هتي جڏهن شروعات ۾ وڪيل انرول ٿيندو آهي. ان ڏينهن کان هو هيٺين ڪورٽ کان وٺندي هاءِ ڪورٽ ۽ سپريم ڪورٽ جو وڪيل ٿي ويندو آهي. اسان وارو طريقو ناهي. ڏهه سال هاءِ ڪورٽ ۾ لوڙي. ڏهن سالن بعد 5 مهاجر ججن جي سامهون پيش ٿي پوءِ هنن جي مرضي آهي ته هن کي فٽنيس سرٽيفڪيٽ ڏين يا نه. مان کان به سکر ۾ سينئر وڪيل وينا آهن. پر اُهي سپريم ڪورٽ جا وڪيل نه آهن. ڇو ته اُهي مهاجر ججن کي نه وڻندا آهن. انهن کي سنڌي قوم پرست هجڻ جو الزام آهي. پاڻ چيف جسٽس هوندي به 90 جون حاضريون پرين ته ڪا ڳالهه ئي ناهي. ايجينسين وارا به اُها رپورٽ نه ڪندا. جي اهو رپورٽ ٿيندي ته شبير شر. بشير خان قريشي جي تغذيت ۾ ويو ۽ جنازي نماز ۾ شامل ٿيو. ان ڪري هو هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيڻ جي قابل ناهي. پر جي مشير عالم کي



تهران امام رضا جي روضي ٻاهران اڳوٽي ايم اين اي
پير شهاب الدين مٽياري واري سان گڏ



وڪيلن دوستن سان گڏ



رٽائرڊ چيف جسٽس افتخار چوڌريءَ سان گڏ



اجمير شريف معين الدين چشتي جي مزار جو
مک دروازو



شبير شر کينيا جي سليمان سان گڏ



شبير شر تيونس جي مهمان سان گڏ




شڪارپور ڄائو رام ڄيٺ ملاڻي صدر سپريم ڪورٽ
بار انڊيا جئيپور راجستان انڊيا ۾ ڪانفرنس دوران
پاڪستاني وڪيلن سان اسٽيج تي



شبير شر جڙيانوالا باغ جي 2001 شهيدن واري
يادگار وٽ بيٺل



جئيپور ۾ پارتي وڪيلن سان گڏ



فيض الله ڪورائي، شبير شر ۽ سليم جيسر جئيپور
شهر ۾ هڪ هنومان مندر ٻاهران



قطب مينار تي آرٽ جي شاهڪاري سان قرآن جون
آيتون لکيل آهن



شبير شر، فيض الله ڪورائي ۽ عبدالحڪيم خان
بجاراڻي دهليءَ ۾ قطب مينار وٽ

گورنر. گورنر هائوس بدران هاءِ ڪورٽ ۾ اچي چيف جسٽس جي عهدي جو قسم کڻايو ۽ توڙي قسم به اردو ۾ کنيون ۽ ان بعد هو 90 تي به حاضري پري آيو ته ڪا ڳالهه ئي ناهي.

چندي ڳڙهه هاءِ ڪورٽ بار ۾ پروگرام جي شروعات سپريم ڪورٽ بار انڊيا جي صدر هرجيت سنگهه چيو ته هو گذريل سال لاهور ۾ جڊيشل ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ ويا. اتي هنن پاڪستاني وڪيلن وڏو مان ڏنو. اسان پاڪستاني وڪيلن جي ڏنل محبت وساري نٿا سگهون. پاڪستان جي وڪيلن عدليا جي آزادي ۽ پنهنجي چيف جسٽس جي بحالي واري جدوجهد ۽ ان جي ڪاميابي سڄي دنيا جي وڪيلن جي نه رڳو ڪاميابي تي پر انهن لاءِ مشعل راهه پڻ بڻي. اسان به ان جدوجهد ۾ توهان سان گڏ هئاسون ۽ هتي توهان جي لاءِ مظاهرا ڪندا هئا سون. سپريم ڪورٽ بار پاڪستان جي اڳواڻي صدر منير اي ملڪ چيو ته ٻنهي ملڪن جي قانوندانن جو هڪٻئي سان ويجهو ايندو رهڻ وارو عمل آهي ملڪن کي ويجهو آڻڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو سگهي. جڏهن ته ٻنهي ملڪن جي ٻولي ثقافت هڪ جهڙائي رکندڙ آهن. سپريم ڪورٽ بار جي سيڪريٽري اسلم زار پنجابي ۾ جاهلاڻي تقرير ڪندي چيو ته امرتا پريتم هڪ نظم چيو هو، جنهن ۾ هن ٻنهي ملڪن جي عوام جي درد ڪٿا پيش ڪئي. هن جڏهن نظم پڙهيو ته اُهو فيض احمد فيض جو نڪتو جنهن اهو امرتا پريتم جي نالي سان منصوب ڪيو هو. اختر حسين به پنجابي ۾ تقرير ڪندي جاهل هجڻ جو ثبوت ڏيندي چيو ڀڳت سنگهه لاهور ۾ پيدا ٿيو ۽ لاهور جي جيل ۾ هن کي ڦاسي آئي. مون سان گڏ ڪراچي جو سينئر وڪيل سلطان لاکاڻي وينو هو. هن کي مون چيو هي ته اسان کي خوار ڪرڻ آيا آهن ڀڳت سنگهه جنهن ڳوٺ ۾ جائو اهو ڪرڪ شتر ضلعي ۾ آهي. لاهور ۾ هن کي ڦاسي ڏني وئي هئي. سلطان لاکاڻي چيو خير هنن کي اسان جي جاڻ جي معيار جي خبر ته پئجي ويندي ته پاڪستان بار ڪائونسل جهڙن

اهم ادارن جا سربراهه به جاهل ئي ٿين ٿا. سپريم ڪورٽ بار انڊيا جي سينئر وڪيل ڪرتارگردا جي چيو ته عاصمه جهانگير ايشيا جي امن جي پيمبر ۽ سيمبول آهي. هن پاڪستان ۾ ڏاڍ ڏمر ۽ امريت خلاف جدوجهد ڪندي رهي آهي. مذهبي انتهاپسندن جي موتمار حملن جا مقابلا ڪندي امن جي قافلي جي سرواٽي ڪندي پئي اچي ۽ حوصلو نه هاريو آهي. عاصمه جهانگير به پنجابي ۾ تقرير ڪندي سيني ميمبرن کي ست سري ڪال چئي تقرير جي شروعات ڪئي. هن به پنهنجي تعريف پاڻ شروع ڪري ڏني ۽ هظم نه ڪري سگهي. مان ڪو ديو مالائي ڪردار نه آهيان. بس آمريت جي دور کان وٺي جدوجهد ڪندي ٿي اچان جنگ جوئڻ جي عادت پيل آهي. هن چيو ته جنهن به اداري ۾ عورت ڪم ڪندي آهي. اُتي عورتن جو الڳ واش روم نه ٿيندو آهي، چو ته اُهي واش روم استعمال نه ڪنديون آهن. هن چيو ته جڏهن مان وڪالت جي شروعات ڪئي بار ۾ اچڻ وڃڻ شروع ٿيو ۽ مون سان گڏ بار ۾ ڪجهه بيون به نيون عورت وڪيل آيون ته بار ۾ رونق وڌڻ لڳي ۽ وڪيل ڪورٽ ڏورائي پائڻ لڳا. ايستائين جو هڪ پيري پنجاب جي چيف جسٽس به اسان کي چانهه پارٽي ڏني جڏهن ته ان کان اڳ اهڙي روايت نه هئي ته ڪو چيف جسٽس وڪيلن کي سڏائي چانهه پياري. جڏهن مان آمريت خلاف جدوجهد شروع ڪئي ۽ جيل وبس ته پوءِ بار روم ۾ منهنجي ايندي وڪيل ڪمرو ڇڏي هليا ويندا هئا. پاڪستان ۾ سدائين وڪيل آمريت خلاف جدوجهد ڪندا رهيا آهن. هاڻ به وڪيلن جي جدوجهد جي نتيجي ۾ پاڪستان ۾ جمهوريت آهي. انڊيا جي سينئر وڪيل گوپال جي چيو ته عاصمه جهانگير جاٺل شخصيت آهي. هن سدائين ۽ هردور جي آمريت خلاف آهي. جمهوريت ۽ آئين جي بحالي ۽ عدليا جي وقار لاءِ جدوجهد ڪندي رهي آهي. هن چيو ته هر ملڪ ۾ آئين ۽ قانون جي بالادستي ۽ حڪمراني هجڻ گهرجي. مونکي پنهنجي ملڪ جو آئين ۽ قانون ناهيندڙن تي فخر حاصل آهي.

جنهن ۾ فرد کي هر طرح جي ۽ مڪمل آزادي مليل آهي. هو رواني ۽ سان بغير هٻڪ جي ڳالهائيندو رهيو ته اهو تاريخي سچ آهي ته اسان جو آئين ۽ جمهوري آزاديون اسان جي ڊگهي ۽ اڻٿڪ جدوجهد جي نتيجي ۾ مليون آهن. پاڪستان جي وڪيل برادري سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس افتخارچوڌري کي بحال ڪرائڻ لاءِ الڳ جدوجهد ڪئي ۽ مثالي جاني قربانيون ڏنيون. سڄي دنيا جي وڪيلن جو مان مٿانهون ڪري ڇڏيو. پاڪستان جي وڪيلن ۽ عدليا ٻنهي جي سامهون وڏو چيلينج اُڀري آيو آهي ته حڪمران عدليا کي ناڪام بڻائڻ لاءِ اُن جا فيصلا مڃڻ ۽ عدليا جي فيصلن تي عمل ڪرائڻ لاءِ تيار نه آهي. اسان کي وزيراعظم يوسف رضا گيلاني سان ڪابه همدردي نه آهي. اسان کي ڳڻتي آهي ته عدليا جي فيصلن تي عمل نه ٿيو ته اُهو عمل عدالتي نظام جو ڏينگو ڏيري ڪري سگهي ٿو. هن چيو ته جڏهن به ٻنهي ملڪن جي عدالتي نظام کي خطرو محسوس ٿئي ته ٻنهي ملڪن جي وڪيلن کي سرحدن تي گڏ ٿي ان عمل خلاف گڏيل جدوجهد هلائڻ گهرجي. هن چيو ته پاڪستان جو اهو مطالبو به جائز آهي ته ڀارت ۾ سلمان رشدي جي توهين رسالت واري ڪتاب تي پابندي لڳڻ گهرجي. مان ان ڪتاب کي پڙهيو آهي. اهو ڪتاب گٽر برابر ۽ غليظ ترين آهي. ان تي هڪ ڀيرو نه 100 ڀيرو ڀارت ۾ پابندي لڳڻ کپي. اسان کي اهڙن مسئلن جي ڪري اختلاف جو شڪار نه ٿيڻ گهرجي هڪٻئي جي مذهبي جذبن ۽ عقيدن جو احترام ڪرڻ گهرجي. هن چيو ته سلمان رشدي ان ڪتاب ۾ نسورو گند ڀريو آهي. ڪو به ڀارت جو ماڻهو اهڙي گٽر ٽائيپ ڪتاب پڙهڻ ته ڇا ڏسڻ به قبول نه ڪندو. هن چيو پاڪستان ۾ جيڪو بلاسفيمي قانون آهي اهو اهڙي قسم جي غليظ ڪتابن روئين ۽ رُجحانن کي روڪڻ لاءِ ان ۾ ڪجهه نظرثاني ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان ڪانسواءِ 90 سالن جي سينئر وڪيل هيرالعل چيو ته هي عمل جاري رهڻ گهرجي جيڪڏهن توهان اسان جو گهر ڏسو ته ڪڏهن توهان اسان جو گهر ڏسڻ

اچو. پروگرام جي پڄاڻي تي پنجاب هاءِ ڪورٽ بار جي سيڪريٽري اعلان ڪيو تہ هريانہ جي مک منتري (وڏي وزير) منجهند جي ماني ڪئي آهي. تنهن ڪري هاڻ هي قافلو سڌو اوڏانهن هلندو. مان اهو اعلان ٻڌڻ بعد تڪڙو ٻاهر نڪتس جو رانا يعقوب مان جان ڇڏائڻ پئي چاهي. ان جي گاڏي ڳولي پنهنجي گاڏيءَ ۾ سامان رکڻو هو. هزارن جي تعداد ۾ گاڏيون بيٺل هيون. انهن مان پنهنجي نمبر واري گاڏي ڳولهي ڪيڻ ڏاڍو ڏکيو عمل هو. بهرحال سک ڊرائيور جئميل سنگهہ ملي ويو ان چيو توهان الائي ڇو مونکي اڪيلو ڪراڙي جي حوالي ڪري ويا آهيو. مان هن کي چيو توهان اها گاڏي ڏسو جنهن ۾ منهنجو سامان پيل آهي، هن چيو اچو اچو اها بہ منهنجي گاڏي جي پرسان بيٺي آهي. هو اتي وڃي هليو ۽ منهنجو سامان لاهي پنهنجي گاڏي ۾ رکيو. ايتري ۾ بہ مايون مون وٽ آيون هنن چيو تہ هو انٽرنيشنل انساني حقن جي تنظيم جون ميمبر آهن ۽ انهيءَ لاءِ ڪم ڪنديون آهن. هنن پنهنجا ڪارڊ ڏنا ۽ پنهنجا نالا گڙديپ ڪوربرار ۽ ٻي گولڊ ڳِل ٻڌايو ۽ چيو هو ٻئي چندي ڳڙهہ ۾ رهنديون آهن. مون کان منهنجو ڪارڊ ورتو. مان کي حيرت ٿي تہ هو صرف مون وٽ ئي ڇو آيون مان تہ ڪافي وچ ۾ هليو ويو هيس. پوءِ بہ اهي لڳاتار فون تي رابطو ڪري چونديون رهيون آهن تہ جي چندي ڳڙهہ ۾ ترسڻو هجي تہ هنن جو گهر حاضر آهي. مان پنهنجي ڪار ۾ سوار هريانہ پورن روانو ٿيس. جتي هريانہ جي مُک منتري اسان جي مان ۾ منجهند جي ماني ڪئي هئي. ڊرائيور مون سان شڪايتون ڪندو هليو. تون پلو ماٺهو آهين. سنڌي پلا ٿيندا آهن. اهو توسان ملڻ ڪانپوءِ مان کي محسوس ٿيو آهي. هن چيو امرتسر ۾ سنڌي سک وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. واپسي تي مان توهان کي هنن سان ملائيندس. مان کي ياد آيو تہ شهيد نذير عباسي جي ناني عامر سومرو بہ مون کي ٻڌايو هو تہ امرتسر ۾ سنڌي سک وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. انهن سان ضرور ملجو. هاڻ ڏسون هن سک واعدو ڪيو آهي. واپسي ۾ هنن سان ملنداسون. سنڌ ۾ ان ورهاڱي وقت

سڀ سک لڏي ويا. اسان کي سنڌي سک ڏسڻ جي حسرت ئي رهجي وئي، هي سک گاڏي اسٽارٽ ڪرڻ کان پهريون واهي گرو جا نعرا هڻي دعا گهري پوءِ پيو اسٽارٽ ڪري.

چنڊي ڳڙهه شهر جو وري نظارو ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. ڏاڍو خوبصورت شهر آهي. هتي حسن به زبردست آهي. حسينائون ويسپا هلائي رهيون آهن. شهر ڪونجن جي قطارن سان ٻهڪي رهيو آهي. دل تي چوي مان به ڪنهن ويسپا تي چڙهي پوان سک ڊرائيور کي چيم سردار جي اهي مونکي پنهنجي ويسپا تي لفٽ ڏينديون. هن چيو ته ها بابا جي ٻڻجي وچ بلڪل لفٽ ڏينديون. باقي مشڪل آهي. هن پڇيو پاڪستان ۾ مهيلائون (عورتون) ويسپا نه هلائينديون آهن. مون چيو نه بلڪل نه. هن پڇيو ته ڇو. مان چيو اسلامي ملڪ ۾ مهيلائن کي ايتري ڇوٽ مليل نه هوندي آهي. ايتري ۾ اسان مک منتري هرياڻه جي گهر تي اچي وياسون. اتي منجهند جي ماني تيار هئي. ماني کائي واندا ٿياسون ته عبدالحڪيم بجاراڻي ناراضگي ظاهر ڪئي. يار هن پيري شر صاحب تون اسان سان نيائين نه پيو. مان چيو عاصم جهانگير سامهون ويٺي هئي. مون چيو هن پيري ان چوڌراڻي چوڌراهٽ ڪري اسان کي توڙي الڳ ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ رات مونکي ڪمرو مليو. ٿن پارٽي موالي سان. جنهن اڌ بوتل رات جو ۽ اڌ صبح جو نيراني پيتي. هاڻ هو ڏس. سامهون ٿيڙ کائيندو ٿو وڃي. هن چيو خدا جي ڪا مار پويس. هن جي عمر ڏسو. حرڪتون کهڙيون پيو ڪري. اصل ائين. مان چيو هاڻ ان کان پڇي جان ڇڏائي آهي. ڊرائيور اسان سان نهي ويو آهي. وهاب ۽ توهان اڳتي هلي مون واري گاڏي ۾ ويهنداسون. في الحال مون سان به بخيل ڪراڙا آهن. وهاب آيو. هن به عبدالحڪيم کي ٻڌايو ته صبح اسان ويل ۾ اچي وياسون. شبير سان گڏ ڪراڙو اڌ بوتل پيئڻ بعد اچي وچڙيو. ته پارت وقت ۾ اسان کان اڌ ڪلاڪ پوئتي آهي. ٻاهر نڪري ئي نه پيو. اسان چيو 10 وڳي اسان کي پنجاب بار ۾ پهچڻو آهي. هي چوي نه

اجان 9 ٿيا آهن ۽ پارٽ اسان کان پوئتي آهي. وهاب چيو ته مان چيس پارٽ پاڪستان جي ڪهڙي طرف تي آهي. هن چيو اولهه. وهاب چيس وري سوچ ته پوءِ ايران اوپر طرف آهي. وهاب چيو ائين اسان جو هن ڪراڙي موالي مٿو ڦيرائي ڇڏيو. ماني کائڻ بعد اسان کي چيو ويو ته ٻه ڇوڪرا موبائل جون سم وڪرو ڪرڻ آيا آهن. مان ٻه هنن کان 300 رپئي ۾ سم خريد ڪئي. هنن چيو اڌ ڪلاڪ اندر ايڪٽو ٿي ويندي. اسان سم وٺي روانه ٿي وياسون. اڌ ڪلاڪ کان ٻه ڪلاڪ گذري ويا سم ايڪٽو نه ٿي. اسان رستي ۾ شهر جي وڏي روڊ تي سگنل تي بيٺاسين. سروس روڊ تي ويسپا تي ڇوڪري ويٺي ڪنهن کي اشارا ڪري رهي هئي. اسان جي گاڏي جي اڳئين سيٽ تي ويٺل ڪراڙي انور شاهه پاڻ ڏانهن سمجهو. هو ٻه هن کي اشارا ڪرڻ لڳو ۽ مان پڇو ڪنهن کي پيو اشارا ڪرين. هن چيو سامهون ڇوڪري مان کي ڏسي پئي مان چيس قبر ۾ پير لڙڪايون ويٺو آهين تنهنجي پوٽي جي عمر جي هوندي توکي شرم اچڻ گهرجي. پوءِ هو لڄي ٿيو.

اسان دهلي وڃي رهيا آهيون. رستي ۾ امبالا شهر آيو ته مان ڊرائيور کي چيو هتان ڪا اخبار وٺي ڏئي. هو فلاءِ اوور ڇڏي شهر جو روڊ وٺي اندر آيو. جتي ٽريفڪ جام ٿيل هئي. هتي ٻه هر طرف مهيلائون موٽر سائيڪل ۽ ويسپا تي ٽريفڪ ۾ ڦاٿل هيون. ڪافي دير تائين ٽريفڪ ۾ ڦاٿل هجڻ بعد اسان شهر کان ٻاهر نڪتا سون ته هڪ وڏي ڳاڙهي رنگ واري عمارت تي نظر پئي جنهن تي لکيل هو Piri Mir Institute.

ڪرنال شهر آهي. جنهن لاءِ هڪ ڪراڙي وڪيل انورشاهه ٻڌايو ته پاڪستان جو وزير اعظم لياقت علي خان هن شهر جو ڄائو هو ۽ هتان کان ڪراچي لاءِ لڏ پلاڻ ڪئي هئي. هتي هڪ وڏو پارڪ آهي. جنهن ۾ مرد عورتون چهل قدمي ڪري رهيا آهن. رنگ ٻه رنگي ماحول لڳو پيو آهي. مان ٻه هيٺ لٿس. سِک ڊرائيور چيو گهڻي دير نه ڪجو. مان پارڪ پرسان بيٺل پهرهيت کان پڇيو رقت ڪئين ٿو گذري. هن چيو ڏاڍو ڏکيو

آهي وقت گذارڻ. هي ملڪ اميرن لاءِ آهي، غريبن لاءِ عذاب آهي، هتي جيئڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. مان هن کان پڇيو تہ پوءِ غريب جو گذر سفر ڪئين ٿو ٿئي، هن چيو سرڪار غريبن لاءِ راشن ڪارڊ جاري ڪيا آهن، جن تي اسان کي ربيٽي ڪلو اٽو ۽ ڏهہ ربيٽي ڪلو دال ملندي آهي، مان چيو پوءِ تہ سستو آهي، هن چيو جنهن وٽ 11 رپيا هوندا تہ اهو دال ماني کائيندو، هتي 11 رپيا ڪٿان اچن جتي گهر ۾ ڏهہ ڀاتي هجن، بيروزگاري هجي اُهي ڏهہ جانيون تہ واڳون ٻڌجي ٿيون وڃن. مان هن جي اها ڳالهہ ٻڌي پارڪ ڏانهن ڏٺو، وزن گهٽائڻ لاءِ ڊوڙيندڙ مرد ۽ عورتن ڏانهن هڪ ئي پورهيت هلڻ لاءِ ماني ڳيو ڪپي جيڪو بہ هن وٽ ناهي، واقعي پئسو ناهي تہ اهڙو رنگين ملڪ بہ دوزخ محسوس ٿيندو. اسان اُن لياقت علي خان جو شهر ڇڏي دهلي طرف روانہ ٿياسون، جنهن جي رٿابندي تحت آباد ڪيل ان جي نسل سنڌ کي تحس نحس ڪري برباديءَ جي ڪناري پهچائي، امن ۽ محبت واري سنڌ کي موت جي وادي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. مان ان ئي سوچ ۾ ٻڏل هيس تہ سک ڊرائيور چيو صاحب پاڻي پت جو شهر آهي. جنهن ۾ افغانستان جي بادشاهہ احمد شاهہ عبدالعلي ۽ سِکن وچ ۾ گهمسان جي جنگ لڳي هئي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ سکن زندگيون قربان ڪري احمد شاهہ عبدالعلي جي قبضي ۾ آيل سک بهو ۽ بيٽين کي آزاد ڪرايو هو. هن چيو تہ هي علائقو پاڻي پت ان ڪري سڏبو آهي جو هتي سوين ميلن تي رُج هئي ڪا بہ آبادي نہ هوندي هئي. هن رج ڪيترن ئي بادشاهن کي شڪست ڏياري. جو هتي رج جو پٽ پاڻي جو ڏيک ڏيندو هو. اُجارا فوجي ان سراب جي ڪڍ لڳندا ۽ ڊوڙيندا ويندا هئا. پاڻي بہ اڳتي ڊوڙيندو هو. ائين اُهي ڊوڙيندي ڊوڙيندي اُڃ جو بک ٻڌجي ويندا هئا.

هي اُهو هنڌ آهي جتي ٻن مغل بادشاهن جلال الدين اڪبر ۽ ابراهيم لوڌي وچ ۾ بہ جنگ لڳي ۽ ابراهيم لوڌي کي شڪست آئي. اهو

پاڻي پٽ جيڪو خون ۽ خاڪ جو ميدان بڻيل هو، اُتي خوبصورت شهر اڏيل آهي.

اسان جي ڪار جڏهن هن فلاءِ اوور تي چڙهي ته نگاهه ڪٿي پئي وڃي. شهر جو انت ٿيندي نظر ئي نه پيو اچي. پري وچ شهر ۾ هڪ مسجد جا منار نظر آيا ۽ منارن تي لائوڊ لڳل هئا. مان سوچيو هتي ته ورهاڱي دوران وڏو ڪشت خون ٿيو هو. مسلمان هتي ته پاڪستان واري پنجاب ۾ وڏي تعداد ۾ سکن جو قتل عام ڪيو ۽ هزارين سِک عورتن کي پنهنجي قبضي ڪري شاديون ڪيون يا پري پري تائين انهن جو وڪرو ڪيو. پارتي پنجاب ۾ به وڏي پيماني تي مسلمانن جو قتل عام ڪيو ويو ۽ هزارين مسلمان عورتن کي قيدي بڻائي امرت سر ۾ انهن کي ڪپڙن کان آجو ڪري جلوس ڪڍيو ويو. تنهن ڪري نه پاڪستان واري پنجاب ۾ سک بچو نه پارتي پنجاب ۾ مسلمان بچو. هي مسجد ڪئين آهي. مان سک ڊرائيورن کان پڇيو هن چيو ته هتي هن شهر ۾ هڪ پيو شهر آهي اُتي جي مسلمانن بابا گرو (الائي ڪهڙو نالو ٻڌايو) جي مسلمانن مدد ڪئي. ان تي بابا گرو هنن کي دعا ڏني هئي ته توهان کي ڪڏهن به ڪو خراب وقت آيو ته ڪجهه به نه ٿيندو. ان ڪري انهن پنهي علائقن جا مسلمان بچي ويا. هن ٻڌايو ته هڪ اڌ مسجد امرت سر ۾ به آهي.

اسان جي ڪار فلائي اوور کان هيٺ لٿي ۽ شهر کان ٻاهر نڪتاسون مان سوچيندو هليس. هتي هاڻ ته ماڊرن هوٽل آهن. هر طرف رنگ به رنگي سرسبز باغ آهن. اهي باغ انساني رت سان ريج ٿيل ڌرتي تي سڱنڌ ۽ ساوڪ پکيڙيو بيٺا آهن. ڪو تاريخ پڙهندو ته ان کي پتو پوندو ته انساني چيخون، دانهون. تلوارن جا چمڪاٽ هوندا هئا ۽ انساني منڍين جا مينار لڳندا هئا. معصوم عورتن کي حاصل ڪرڻ لاءِ وري جنگ لڳندي هئي. جيڪي بچندا هئا اُهي ئي عورتن جا آقا ۽ سرتاج بڻجندا هئا. عورت صدين کان داسي ۽ پانهي بڻبي آئي آهي.

شايد ٿي ڪو جنگجوان جي احساس، جذبن، آهن ۽ دانهن کي سمجهي سگهيو هوندو، ان جا پيءُ، ماءُ، پائر، چاچا، ماما ڪهڻ ڪانپوءِ هن کي بستري تي آٽي جشن ملهايو ويندو رهيو آهي ۽ شايد اهڙن حالتن ۾ هن کي مرڪ برقرار رکڻ لاءِ سردان جي ڏمڪي ملندي هوندي تہ بادشاهہ جي اڳيان تون پنهنجي سهڻن ڳاڙهن چپن تي دلڪش مرڪ برقرار نہ رکي تہ تنهنجي سِسي ڌڙ کان ڌار ڪئي ويندي. هاءِ انساني تاريخ جيڪا قتل غارت سان ڀري پئي آهي.

مان انهن سوچن ۾ غرق هيس تہ ڊرائيور هڪ هنڌ ڪار روڪي ۽ چيو تہ دهلي اچي وئي آهي، مان پوبان ايندڙ پنهنجي ساٿي جو انتظار ٿو ڪريان، جو هو دهلي ۾ ڊرائيوري ڪندو رهيو آهي ۽ هو دهلي جي رستن کان چڱيءَ طرح واقف آهي. اهوئي اسان کي منزل تي وٺي هلندو، مان ۽ وهاب هيٺ بيناسين تہ هو ڪراڙو وڪيل انور شاهہ بہ لهي پيو. سامهون وڏي بورڊ تي لکيل هو Wellcome to Dehli. ڊرائيور چيس باباجي تون نہ لهہ. تنهنجو لهڻ چڙهڻ ڏکيو آهي. چوڻ پيو تہ منهنجو ددڀال هنان جو هو. ان ڪري هتي جي خوشبوءِ سنگهڻ ٿو چاهيان. سِک ڊرائيور چيس ايڏوئي هن مٽيءَ سان توهان کي پيار هو تہ ويائي ڇو؟ هاڻ واپس اچو. وهاب شر چيس هتي پوليون پنائيندا هئا. هاڻ اسان تي حڪومت ڪري رهيا آهن. هاڻ چوايندا. ايتري ۾ پويان ايندڙ سڀ ڪارون بہ اچي وڃون ۽ ڊرائيور ويهڻ لاءِ چيو. اسان ٻنهي کي تہ ويهڻ ۾ دير نہ ٿي، هو ڪراڙو چنگهندو پهتو. ڊرائيور رڙيون ڪندو رهيس تہ جلدي ويهہ. گاڏيون نڪري وڃون تہ پٺڪي ويندا سين، منزل تي نہ پهچي سگهنداسين. اهو ٿي ٿيو پيون گاڏيون گهڻو اڳتي نڪري ويون. اسان جي ڊرائيور پنهنجي دوست سِک ڊرائيور کي فون ڪري آهستہ هلڻ لاءِ چيو. پر دهلي جي روڊن تي ڪولين جيان سٽيل ٽرئفڪ ۽ سنگلن جو ڪلندو رهڻ ۽ بند ٿيندو رهڻ واري نظام ۾ اسان کي اچا بہ پوئتي ڪري ڇڏيو، سکر جي ريس ڪورس روڊ جيان ٽرئفڪ جام لڳي پئي هئي.

اسان کي جنهن هوٽل ۾ ماني کائڻ لاءِ پهچڻو آهي، اُهو لوڌي روڊ تي آهي. ان تائين پهچڻ مشڪل ٿي ويو. دهليءَ جا ماڻهو جيئن دهلي جا نڳ ٻڌندا هئاسون. نڳ ئي ثابت ٿيا. ڪو به صحيح رستو نه پيو ٻڌائي. جيڪڏهن جنهن ڪان پڇيون پيا ان کي خبر نه به هوندي ته هن به چئي پيو ڇڏي ڪابي وجي پوءِ ساڄي وڃو. وري ساڄي وڃي وري ڪابي وڃون. ائين اسان الائي ڪيتان جو ڪتي وجي پيا نڪرون. سک ڊرائيور اسان جي ڪرائي وڪيل تي اچي ڪاوڙيو. هن عمر ۾ بابا جي توکي گهمڻ جي ڪٿي چيو ڪنيون آهي. ڪتي مري پوبين ته توکي ڪير وارثن وٽ پهچائيندو. نيٺ اسان ڪلاڪ جي ڳولا ۽ جاکوڙ ڪانپوءِ لوڌي اسٽيٽ ۾ واقع ان هوٽل تي پهتاسون پر ماني پوري ٿي چُڪي هئي. آئيس ڪريم جو دور هلي رهيو هو. لوڌي اسٽيٽ مغل بادشاهه ابراهيم لوڌي جي نالي سان لاڳاپيل آهي. هتي اسان جي مانيءَ جو بندوبست پارٽ جي مسلمان قانون واري وزير سلمان خورشيد ڪيو آهي. جيڪو به اسان جي پهچڻ کان پهريان وڃي چڪو هو. ان سان به ملاقات نه ٿي سگهي.

اسان کي سپريم ڪورٽ بار جي ايڊمن آفيسر راڻا اشفاق ٻڌايو ته اسان جي رهڻ جو بندوبست دهلي جي لجپت نگر ۾ وقع ڪلارڪس اِن هوٽل ۾ ڪيو ويو آهي. وهاب شر ۽ منهنجو نالو ڪلارڪس اِن هوٽل واري لسٽ ۾ اتفاق سان لکيو ويو هو. باقي عبدالحڪيم خان بجاراڻي کي لوڌي اسٽيٽ ۾ واقع هوٽل ۾ ڪمرو ڏنو ويو. جيڪو اسان کان تمام گهڻو پري هو. اسان واپس پنهنجي گاڏي ۾ اچي ويناسون ڪرائي وڪيل انورشاهه جو انتظار ڪندا رهياسون ته هو رڙهندو پهچي ته نڪرون. اسان سک ڊرائيور کي چيو دهلي شهر جو اهم مارڪيٽ آهي ڪرنات پئلس اُهو گهماءِ هن چيو هينئر 10 ٿيا آهين هتي شهر 9 وڳي تائين بند ٿي ويندو آهي. مون چيو اسان جو ننڍڙو شهر سکر اُهو به 12 وڳي تائين کليل هوندو آهي. دنيا جي وڏي ۾ وڏي ملڪ پارٽ جي گاديءَ وارو شهر جنهن جا 28 صوبا آهن. اهو 9:00 وڳي بند ٿي ٿو وڃي. هن چيو هتي

قانون جي حڪمراني آهي. جيڪو وقت مقرر آهي. ان کان مٿي ڪو به هڪ منٽ وڌيڪ دڪان يا بازار کليل نٿو رکي سگهي. مان سوچيو واقعي اسان وٽ حڪومت دڪان 8:00 وڳي يا 9:00 وڳي بند رکڻ جا ڪيترائي اعلان ڪري چڪي آهي. پر اُها دڪاندارن جي انجمن جي صدر عمر سيليا جي اعلان اڳيان بي وس ۽ لاچار ٿي ويندي آهي. جيڪو چوندو آهي. سرڪار جو فيصلو قبول ناهي. دڪان پنهنجي مرضيءَ سان کوليندا سين ۽ پنهنجي مرضيءَ سان بند ڪندا سين. هتي صبح جو 9:00 وڳي دڪان کولڻ ۽ رات جو 9:00 وڳي دڪان بند ڪرڻ جو قانون آهي. ان جي مخالفت ڪرڻ ڪنهن جي به مجال ناهي. اسان سڌو هوٽل تي آياسي اُتي سامان لاهي. ڪمرو ورتوسين. مان وهاب شر کي چيو هي سامان مٿي کڻي وڃ تہ مان آس پاس معلوم ڪريان تہ سِم ملي ٿي. ٻيو ڏينهن گذري ويو آهي. سِم ناهي ملي. گهر وارا پريشان هوندا. مان پڇا ڪئي تہ خبر پئي روڊ جي هُن پاسي دڪان آهي. پر اهو بہ هاڻ بند ٿي چڪو آهي ۽ سڀاڻي 9:00 وڳي کلندو. مان واپس مٿي ٽئين فلور تي مليل روم ۾ آيس. وهاب شر ڏٺو ٿيو پلنگ تي سُتو پيو هو. مان چيو ڪمرو تہ پلو ٿو لڳي. هن چيو ها پر مان شر ٿي ڪري ڦيريون پيرو گناهہ جو ڪم ڪيو آهي. مان چرڪ پري چيو. چو چاٿيو. هن چيو پل ۾ ڪنهن ٻئي جو سامان جو بيگ ڏئي ويا. مان اُهو واپس ڪري ڇڏيو. مان چيو خير آهي. هاڻ پاڻ اهي شر نہ رهيا آهيون.

مان وهنجي سهنجي ڪپڙا مٽائي هيٺ لٿس. سوچيو تہ ڏسون سڪ ڊرائيور مٿان راضي ٿي پئي. ٻئي ڊرائيور اسان واري ڪار ۾ وينا هئا. اسان کي ڏسي اسان وارو ڊرائيور هيٺ لهي آيو. جي صاحب جي هاڻ جيڏانهن هلو تہ توهان کي گهمائي اچان. اسان چيو هي اوچتو ڪئين پيو ڪڙيا ڪري. ٻئي سک ڊرائيور سرجيت سنگهہ چيو صاحب جي شراب جي پوري بوتل پي چڪو آهي. هڪ تہ هن کي رستن جي خبر ناهي ويا تہ سڀاڻي تائين موٽي نہ سگهندا. ٻيو تہ دهلي جي پوليس ڏاڍي

سخت گير آهي. نشي ۾ پڪڙيو تہ هي گاڏي سوڌو جيل هليو ويندو. ان تي جئمل سنگهہ هن کي پنجابي ۾ گار ڏئي چيو تہ پوءِ تون گاڏي هلاءِ صاحب جي وارا روز روز تہ دهلي نہ ايندا. هل تہ هنن کي گهمايون هو تيار ٿي ويو. هو اسان کي جي. ڪيو. ايم مارڪيٽ وٺي آيو. اُهو بہ بند هو. مان چيو حيرت آهي. اسان وٽ بدامني هجڻ جي باوجود. سکر والس روڊ تائين ڪليل هوندو آهي. هي ڏيڍ ارب آباديءَ واري شهر ۾ 11:00 وڳي سناٽو لڳو پيو آهي. بور شهر. هي پنهنجي ملڪ کي ٽي وي ڊرامن ۽ فلمن ذريعي مشهور ڪيون بيٺا آهن. اسان جي ملڪ جي مقابلي ۾ ڪجهہ بہ ناهي. اسان وٽ وڏيرا شاهي نہ هجي تہ اسان جو ملڪ هن ملڪ کان تمام گهڻو بهتر ۽ خوبصورت آهي. ڇا هي بہ ڪو ملڪ آهي. مان سرجيت سنگهہ کي چيو اهو هندستان ڏيکار جيڪو توهان فلمن ۽ ٽي وي ڊرامن ۾ ڏيکاريندا آهيو. هو پريشان ٿي ويو. صاحب توهان کي ڏينهن جو هي شهر ڏاڍو خوبصورت نظر ايندو. مون چيو پر هينئر تہ هي پوٽ ٿو لڳي. هينئر هن جي خوبصورتي ڏيکار. هو اسان کي دهلي جي 5 اسٽار هوٽل اوبراءِ تي وٺي آيو. وهاب شر ۽ مان کي هن هوٽل جي دروازي تي لاٿو. هوٽل جي دربان جيڪو نوجوان هو Good Night چئي استقبال ڪيو. ان تي مان ڇرڪ پريو. ڇو هوٽل بند آهي ڇا. هن چيو نہ ڪليل آهي آچو. مون چيو اسان گڏ نائيٽ تہ خداحافظ کي چوندا آهيون. اندر داخل ٿياسون تہ وهاب شر ائين تيز هلندو هليو جڻ تہ اڳ بہ ڪيترائي ڀيرا اچي چڪو آهي. هو سڌو هوٽل جي نائيٽ ڪلب روم تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. مان چيو واهہ رڍون چارڻ وارا شر 5 اسٽار هوٽل کي رڍن جي واڙ سمجهي بغير ڊپ جي گهڙي ويئين. هن چيو تہ هو ڪيترائي ملڪ ۽ انهن جي 5 اسٽار هوٽل گهمي چڪو آهي. پر انڊيا پهريون ڀيرو آيو آهي ۽ سڀ 5 اسٽار هوٽل هڪجهڙا ٿيندا آهن. اتي ڊانس هلي رهي هئي. ماڻهو بہ چار ئي وينا هئا. ڪلاڪ ويناسون. ڪلاڪ ۾ وهاب شر 30 هزار رپيا خرچ ڪري ڇڏيا. مان چيس ائين پئسا نہ اُڇلاءِ ۽ هن چيو

هتي روز تہ نہ ايندا آهيون. هنن کي خبر پوي تہ پاڪستاني ڪنگال نہ پر شاهڪار ٿيندا آهن. اُتي جيڪي ٻہ ٻيا پئسا اچلي رهيا هئا. هن جي شاهوڪاري ڏسي اُتي هليا ويا. مان چيس هاڻ سادا ٻارنهن ٿين تا هلون. پوءِ اسان واپس گاڏيءَ ۾ ويناسون. ڊرائيور پڇيو صاحب ڪو جهان نهيو. اسان چيو ڏاڍو نهيو. اسان جو سيٺ 30 هزار رپيا لٽايون پيو اچي. 30 هزار جو ٻڌي ڊرائيور جا نشا اڏامي ويا. ايڏا پئسہ ڇا تي. مون چيو نمڪي تي پيو ڇاتي. هي اسان جو يار سعودي شيخ آهي. معمولي ماڻهو ناهي. اسان واپس هوٽل تي اچي سمهي رهياسون.

23.03.2012

اڄ اسان 9:00 وڳي ننڊ مان اٿياسين. مون کي ڳڻتي ٿي تہ اسان جو يار عبدالحڪيم بجاراڻي الائي ڪهڙي حالت ۾ هوندو. هو ڳذريل سال ڳڏ هو تہ ڪلائي ڪلائي پيٽ ۾ سور وجهي ڇڏيندو هو. هلندي بازار ۾ ڪنهن مائي جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. هئي ڀڳوان اسان پوئتي مُڙي ڀڄندا هئاسين تو تہ ڪا حرڪت نہ ڪئي. چوندو هو نہ مان پنڻي تي هٿ ڦيريو مانس. اسان چوندا هئاسين ان تي ايڏي دانهن هو چوندو هو ڀڳوان کي پئي چوي تہ هن مسلمان پليت ڪري ڇڏيو. اُن تي مرحوم فيض الله ڪورائي چوندو هيس. ائين نہ. هو ڀڳوان کي پيون چون هي بابي جي عمر جو ٿي ڪري بہ نٿو مُڙي.

بهرحال اسان تيار ٿي هيٺ فرسٽ فلور تي هوٽل جي لابي ۾ اچي نيرن ڪئي سون. جتي جاويد ڇتاري سميت سرحد جا وڪيل سک ياتري اُن جي گهرواري سان انگريزي ۾ گفتگو ڪري رهيا هئا. ٿوري دير ۾ هنن يارن جي انگريزي پوري ٿي وئي. پر سڪٽي هنن جي پڇر نہ پئي ڇڏي. هڪٻئي پنيان ڪيترائي سوال ڪرڻ شروع ڪيا تہ هنن جان ڇڏائڻ لاءِ مون ڏي اشارو ڪيو تہ هو هيومين رائيٽس جو وڪيل آهي. مان نہ هنن کي توجهہ ڏنو نہ سڪٽي ڏانهن مان پنهنجي نيرن ۾ مصروف

رهيس. سکڻي بہ مان ڏي ڪو خاص توجهہ نہ ڏنو ڇو تہ هوءَ بہ سمجهي پئي تہ هنن ڪيس متاثر ڪرڻ لاءِ ڦري ٽيڙڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هن کين منٿن ۾ منزل تي پهچائي ڇڏيو.

جئين تہ 11:00 وڳي دهلي هاءِ ڪورٽ بار جي چانهہ پارٽي هئي، اسان کي اوڏانهن وڃڻو هو. اسان نيرن مان فارغ ٿي دهلي هاءِ ڪورٽ وڃڻ لاءِ پنهنجي ڪارن ۾ اچي ويناسون. پوڻين 11 وڳين اسان دهلي هاءِ ڪورٽ پهتاسون. اسان کي ڪار پارڪنگ ۾ بيهارڻ لاءِ چيو ويو. ڪارپارڪنگ ڏانهن وڃڻ لڳاسون تہ اُتي مان کي پارڪ نظر آيو. مان چيو هتي تہ ڪا بہ ڪار ناهي. اسان ڪئين بيهاريندا سون. ائين اسان جي هلندي رستو خود بہ خود نهندو ۽ زمين اندر کلندو ويو. مان سوچيو هي چاهي. هيٺ وياسون تہ سامهون ايل. سي. ڊي ٽائيپ اسڪرين تي لکجي آيو ڪار بند ڪري ڪار ڇڏي پري ٿي وڃون. اسان پري ٿياسين هڪ لفٽ آئي ان هينان ترِي ڏئي ڪارکي زمين دوز ڪٽي هلي وئي. مان ڊرائيور کان پڇيو لفٽ ڪار کي ڪئين بهاريندي. ڊرائيور چيو هتي پارڪنگ جو ڪمپيوٽرائيزڊ سسٽم آهي. جتي جاءِ خالي هوندي لفٽ هن کي اتي بيهاريندي. اسان کي ڪارڊ مليو. واپس اچي، اهو ڪارڊ سامهون لڳل بورڊ ان ڪنهن خالي سوراخ ۾ وجهندا تہ توهان جي ڪار توهان کي ملي ويندي.

اسان بار ۾ داخل ٿيڻ واري گيٽ تي آياسون تہ اُتي موجود پوليس چيو قطار ۾ داخل ٿيو ۽ تلاشي ڏيندا وڃون. اسان ان جا عادي ڪونہ آهيون. ان ڪري تڪليف ٿي رهي هئي. پر هتي جا وڪيل ۽ وڪيلائيون هٿ مٿي ڪري قطار ۾ بيهي تلاشي ڏيندا بغير ڪجهہ چوڻ جي اندر هلندا پيا وڃن. هڪ لاهوري وڪيل حسب عادت احتجاج ڪرڻ شروع ڪيو هي ڪهڙو طريقو آهي. پوليس آفيسر چيو قانوني طريقو آهي. اسان وٽ وڪيل کان تلاشي نہ ورتي ويندي آهي. پوليس آفيسر هڪدم جواب ڏيندو ويو. تڏهن تہ روزانو توهان وٽ

ڌماڪا ٿي رهيا آهن. منير اي ملڪ پاڪستاني وڪيل کي چيو گهٽو ٿيو. پتڪو نہ لهراءِ تلاشي ڏئي هلندو هل. هتي بحث نہ ڪبو آهي. اسان بار ۾ داخل ٿياسون وڪيل ۽ وڪيلياڻين هي لفظ چئي اسان جي آجيان ڪندا رهيا. سواگت هي، نمسڪار. اسان جي ڪراچي جا مهاجر ۽ لاهور جا پنجابي وڪيل بہ هنن جيان هٿ ٻڌي ائين جواب ڏيندا هليا. جيڪي اسان کي چوندا رهندا آهن. يہ هاٿ باند ڪر ڪيو ملتي هو. هال تمام وڏو ۽ ڪشادو هيو. جنهن ۾ هزار کان 15 سئو ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش هئي. هڪ پارٽي ڪراڙي وڪيل چيو اڄ تہ هال ۾ تمام گهڻي رونق آهي. اسان جون وڪيلياڻيون بہ بن ٺن ڪي آيون آهن. اسان کي پڪوڙا ۽ سموسہ ۽ مختلف چرهيون شيون ڪارايون ويون. هتي وقت جي پابندي هجڻ سبب آجياڻي پروگرام جي شروعات ٿي وئي. پهريان تہ اسان جي وفد جي اڳواڻي، ياسين آزاد. عاصمہ جهانگير، اختر حيسن، منير اي ملڪ ۽ اسلم زار کي گلدست پيش ڪيا ويا ان بعد تقريرن جو سلسلو شروع ٿيو تہ ياسين آزاد سپريم ڪورٽ بار جي صدر ۽ سيڪريٽري اسلم زار ڪجهہ رسمي لفظ چئي جان ڇڏائي. چو تہ هتي جي صدر ۽ سيڪريٽري جڏهن هاءِ ليول جي انگريزي ۾ تقريرون ڪيون تہ اسان جي قيادت کي پنهنجو پاڻي ڪچجي ملي ويو. اختر حسين بہ بہ ٽي لفظ چئي جان ڇڏائي. ڪالهہ چندي ڳڙهہ ۾ پارٽي سينئر وڪيل انوپم گپتا آخري تقرير دوران اسان جي يارن کي نيا پوڏئي ڇڏيو تہ رڳو پنجابي پنجابي ڪيڏڻ مان ڪم نہ هلندو. جي ٻنهي ملڪن ۾ لاڳاپا سڌارڻ ۽ امن امان وارو ماحول پيدا ڪرڻو آهي تہ توهان کي هتي تياري سان اچڻ گهرجي. جي اسي اپڻي ڪر (گهر) وچ آئي هان‌مان ڪم نہ هلندو. علي احمد ڪُرد تہ جلال چانديو ٽائيپ مقرر آهي. ان مسڪين جي دماغ داني ۾ مون جيان لنظ ئي بہ ٽي پيل آهن. هن جي دال ئي نہ ڳري. بس تاڙيون وڄرائڻ لاءِ اسٽيج تي چڙهيو ۽ لٿو. عبدالحڪيم خان بجاراڻي مان کي چيو شر صاحب ڪالهہ چندي ڳڙهہ ۾ انوپم گپتا

اسان جي يارن کي ڏوئي ڇڏيو آهي. هاڻ يارن کي پنهنجي اڻالن جو پتو پئجي ويو آهي. هاڻ هي واڻڙا آهن. هي يار رڳو ڳهمڻ آيا آهن. باقي ڪابہ تياري نہ اٿن. هي تہ هتي ئي ڪُتي پيا آهن. سياڻي ڪانفرنس ۾ ڪهڙا ڦاڙها ماريندا. سپريم ڪورٽ بار جي اڳواڻ صدر عاصم جهانگير چيو شام سندر شرما جي اٿاريل سوالن جا جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪندي چيو تہ پنهي ملڪن ۾ اقليت جا مسئلا حل طلب آهن. پنهي ملڪن جا ڳجها ادارا پنهي ملڪن لاءِ مسئلو بڻيل آهن. اُهي هاڻ ڳنڀيرتا اختيار ڪندا پيا وڃن. اُهي حڪومت ناهڻ ۽ ڊاهڻ جهڙين سازشن ۾ ڪاروائين ۾ رُڌل آهن. پنهي ملڪن ۾ سڄي دنيا کي پنهنجي ٿي ملڪ جي ڳجهن ادارن مان خطرا وڌي رهيا آهن. اسان جي ملڪ جا جج عدالتي ڪرسين تي ويهي عوامي ڀلائي وارن مسئلن جون آئيني درخواستون ڳترن حوالي ڪندا ٿا رهن. پنهي ملڪن جا مسئلا ڪافي حد تائين هڪجهڙا ئي لڳن ٿا ۽ حل طلب آهن.

هن جي تقرير ختم ٿيڻ بعد بار جي صدر چيو تہ اسان جا پاڪستاني دوست عدالتن ۾ وڃي اُتي ڪاروائي ڏسي سگهن ٿا. پر ڪين پنهنجا موبائل فون بند رکڻا پوندا. اُن بعد اسان مختلف عدالتن ۾ هليا وياسون. هڪ سنگل بينچ ۾ ويس. جتي جج صاحب اڳيان وڪيل پنهنجا دليل ڏئي رهيا هئا. هنن وٽ بہ ڊيڪورم جو فقدان نظر آيو. پنهي ڌرين جا وڪيل هڪ ئي وقت ڳالهائي رهيا هئا. هنن جون جونيئر وڪيل هنن کي پنا کولي ڪجهہ ڊيڪارينديون پئي ويون. اسان وٽ خاص طور سنڌ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڊيڪورم جي لتاڙ ٿيندي آهي. جو جج صاحب نئون هجڻ سبب ڊيڪورم کي برقرار رکڻ واري عمل کي سمجهڻ ۾ ڪجهہ وقت وٺندو آهي. ورنہ ملڪ جي پيٽ ۾ سنڌ ۾ عدالتي ڊيڪورم نمبر ون آهي. هڪ وڪيل بار بار پنهنجي موَڪِل کان مدد وٺي رهيو هو. جج چوي هن جي والد جو نالو ڇا آهي. اُن سميت ڪافي اهڙا جج جا سوال هئا جيڪي وڪيل صاحب کي پنهنجي موَڪِل کان

پڇڻا پيا. اسان وٽ اهڙي وڪيل جو جج صاحب فائيل اچلائي چوندو آهي، هلو تيار ٿي اچجو. بيو ڪيس ڪڍو. پر هتي ائين ناهي. وڪيل صاحب ڪنهن ڪان بہ هلندي ڪيس ۾ مدد وٺي سگهي ٿو. هتي جو چيف جسٽس قائم مقام آهي. ان جي عدالت ڪليل ۽ وبڪري هئي. باقي عدالتون اسان جي ملڪ جي جڊيشل مئجسٽريٽ جي عدالت جيتريون بہ مشڪل سان هيون. مان عدالتي سسٽم جو جائزو وٺڻ لاءِ باهر ڪوري ڊور ۾ آيس تہ پارٽي ڳجهن ادارن جا بہ ميمبر اسان جي هڪ لاهوري وڪيل صاحب ڪان ڪئميرا کسي هن کي روڪيو بيٺا هئا. منهنجي پڇڻ تي هن ٻڌايو تہ هو فوٽوگرافي ڪري رهيو هو تہ هنن ناراض ٿي ڪئميرا کسي آهي. مان هنن کي چيو ڊجيٽل ڪئميرا آهي. فوٽو ختم ڪري سگهو ٿا. ان دوران بار جو سيڪريٽري بہ اچي ويو ۽ ايجنسين سان معذرت ڪري فوٽو ڊليٽ ڪرائي ڪئميرا وٺي ڏني. مون وڪيل صاحب کي چيو اهڙو اعلان بار ۾ پروگرام دوران ڪيو ويو هو تہ ڪورٽ حدن اندر فوٽوگرافي ڪرڻ منع ٿيل آهي، پر پوءِ بہ توهان پنهنجي بيعزتي ڪرائڻ ۾ خوش آهيو. مان هتي جي سينئر وڪيل ڪان ججن جو تعداد پڇيو تہ هن ٻڌايو 40 ججن جون آساميون آهن، پر هن وقت هتي 38 جج آهن. چيف جسٽس جي پوسٽ بہ خالي آهي. مان چيو اُها ٻہ خالي آهي هن چيو ان لاءِ صدر کي نالا ويل آهن. اُهو وڪيلن مان کڻي يا ججن مان. هن ٻڌايو تہ 35 هزار ڪيس التوا جو شڪار آهن.

اسان دهلي هاءِ ڪورٽ مان نڪري ڪار پارڪنگ مان ڪار کڻڻ لاءِ آياسون. مان اِهو ڏسڻ لاءِ زير زمين ڪار پارڪنگ ۾ ويس تہ لفٽ ڪار کي باهر ڪئين ٿي آڻي. هن ڪمپيوٽر آپريٽر کي پرچي ڏني، هن ڪار جو نمبر فيڊ ڪري لفٽ کي پريس ڪيو. پنجن منٽن اندر لفٽ زير زمين ڪار پارڪنگ مان ڪار ڪيڍي آئي. ڪمپيوٽر آپريٽر ٻڌايو تہ 8 منزلا زير زمين ڪار پارڪنگ آهي، هر منزل تي هزار ڪان 15 سئو ڪارون بيٺل آهن. لفٽ انهن مان گهربل ڪار کي ڳولي کڻي ايندي

آهي. هي ملڪ ڪار پارڪنگ لاءِ بہ جديد ٽيڪنالاجي جي استعمال ڪري رهيو آهي. جڏهن تہ اسان وٽ صنعتي ۽ سائنسي عمل ۾ درتہ ريس ۾ بہ اهاڻي پراڻي ٽيڪنالاجي جو استعمال ٿي رهيو آهي. دهلي شهر ۾ آلودگي پکيڙيندڙ گاڏين تي پابندي لڳل آهي. هر روڊ تي آلودگي جي چڪاس ڪندڙ ڪمپيوٽرائيزڊ ليبارٽريز قائم آهن. جن ۾ دهلي شهر ۾ داخل ٿيندڙ گاڏين جي چڪاس ڪئي ويندي آهي تہ ان ۾ آلودگي تہ نہ آهي. هر گاڏي کي چيڪ ڪري سرٽيفڪيٽ ڏنو ويندو آهي. اسان جي ملڪ ۾ تہ ڪراچي لاهور اسلام آباد ۾ دونهون ڇڏيندڙ گاڏين کي ڪير بہ روڪڻ سگهڻ جي همت نٿو ڪري. ڇو تہ اهي ڪان وڏيڪ ٽرانسپورٽ جا مالڪ پوليس وارا آهن.

اسان ڪار ڪڍي. ڊرائيور کي چيو تہ هو سپريم ڪورٽ وٺي هلي. دهلي هاءِ ڪورٽ کان سپريم ڪورٽ آياسون. جتي خبر پئي تہ هم جنس پرستي راڄ Imposition of Anti_gay law جي اتي اڄ ٻڌڻي ٿي رهي آهي. اسان جسٽس جي.ايس سنگهوي (G.S Singhri) ۽ جسٽس ايس.جي مُک پنڌاياڻي مشتمل بينچ ۾ ان ڪيس جي ٻڌڻي ٿي رهي آهي. اسان کي هڪ مسلمان نالي سلمان مليو. جنهن ٻڌايو تہ هو قانون واري ڪاليج ۾ پروفيسر آهي ۽ هو بہ ان ڪيس جي ٻڌڻي لاءِ آيو آهي. هو اسان کي اُتي وٺي هليو جتي پارت جو اٽارني جنرل جي.ايچ وهنوتي (G.H.Vahanvoti) هم جنس پرستيءَ جي حق ۾ دليل ڏئي رهيو هو تہ 1860ع کان پهريان هندو سماج ۾ هم جنس پرستي جائز قرار ڏنل هئي. پر 1860ع ۾ برطانوي سرڪار سيڪشن 377 انڊين پينل ڪوڊ تحت هم جنس پرستي کي ڏوهہ قرار ڏئي پابندي لڳائي ڇڏي. اٽارني جنرل چيو تہ انڊين پينل ڪوڊ لاڳو ٿيڻ کان پهريان هم جنس پرستي کي هندو سوسائٽي ۾ وڏي پزيرائي حاصل هئي ۽ ان کي کلي دل سان برداشت ڪيو ويندو هو. ايتري پزيرائي شايد برطانيہ ۾ بہ نہ هئي پر هن وقت هو وڪٽورين جي خانداني عزت ۽ انهن جي اصولن کان متاثر ٿي هم جنس

پرستي کي جائز قرار ڏئي رهيا آهن. اٽارني جنرل وڏيڪ دليل ڏيندي چيو ته وشونتي مندر ۾ جيڪي مورتيون لڳل آهن جن ۾ گهڻا اجتماعي لڇالت (Group Sex) ڪندي ڏيکاريا ويا آهن. قديم هندي سماج ۾ پوءِ اهو پيل ڪٿي لڪ چوري ٿيندو هجي. پر هم جنس پرستيءَ کي قديم هندي سماج ۾ خراب نه سمجهيو ويندو هو. هن هڪ ڪتاب نالي راڄ جو حوالو ڏيندي چيو. برطانوي هند پهچڻ ۽ ان کان پهريان تائين پنهنجي پسند وارو معشوقن کي ريجهائڻ لاءِ هم جنس پرستي جائز قرار ڏنل هئي. پوءِ برطانيه وارن هند تي قابض ٿيڻ کانپوءِ هم جنس پرستيءَ کي سنگين ڏوهه قرار ڏئي ڇڏيو ۽ پوءِ 1961 تائين سنگين ڏوهه ٿي رهيو. هن جي دليل جاري هئا ته عدالت جي ڪاروائي جو وقت پورو ٿي ويو ۽ ڪاروائي ايندڙ مهيني تائين ملتوي ٿي وئي.

اسان پروفيسر سلمان سان گڏجي ٻاهر آياسون. هو اسان کي سپريم ڪورٽ جي ڪيفيٽيريا ۾ وٺي هليو. جتي چانهه به پيتي ۽ حال احوال به ڪيوسون. مان هن کان پڇيو ته ڇا اهو هم جنس پرستي جي حق ۾ فيصلو ٿيندو يا مخالفت ۾. هن چيو ٻنهي ججن مان سينئر جج جي.ايس سنگهوي. هم جنس پرستيءَ جو حامي ۽ پاڻ شوقين به آهي. اٽارني جنرل به هم جنس پرستي جو شديد ترين متاثر ٿيل آهي. تنهن ڪري دهلي هاءِ ڪورٽ جو فيصلو برقرار رکيو ويندو. هن چيو جيڪڏهن دهلي هاءِ ڪورٽ جو فيصلو سپريم ڪورٽ بحال رکيو ته اسان مسلمانن لاءِ وڏي مصيبت پيدا ٿيندي. هنن هم راهن جي ويدن ۾ به هم جنس پرستي جائز قرار ڏنل آهي. پر اسان جي قران پاڪ ۾ وڏو گناهه قرار ڏنل آهي. ان لاءِ سنگسار جي سخت ترين سزا به مقرر ٿيل آهي. ان ڪري هتي جي اسلامي سوسائٽي تي ان جا ڏاڍا خراب اثر پوندا ۽ مسلمان نوجوانن ۾ اهو رجحان وڌي به سگهي ٿو. اسان کي ان جي سخت مزاحمت ڪرڻي پوندي. مان چيو ته اسلامي سوسائٽي طرفان ان ۾ پارٽي ٿيڻ جي درخواست داخل آهي يا نه. پهريان ته پارٽي بڻجي ان جي

مزاحمت عدالت ۾ ڪرڻي پوندي. هن چيو ته اسان جي سوسائٽي طرفان وڪيلن جي پينل درخواست ڏني آهي ۽ ان کي ڏُر ٿيڻ جي به اجازت مليل آهي. هن چيو ته هتي هاڻي ڪان ئي گيز سوسائٽيون رجسٽر ٿيڻ شروع ٿي ويون آهن. جڏهن ته سپريم ڪورٽ طرفان ان گيز قانون تي عارضي منع نامو به منظور ٿيل آهي.

اسان پروفيسر سلمان کان موڪلائي واپس هوٽل ڪلارڪ اِن ۾ ٿڪ لاهڻ لاءِ سمهي رهياسون. رات جو 8 وڳي هوٽل جو بئرو آيو. هن چيو ته ماني کائڻ لاءِ توهان جي گروپ کي باهر وڃڻو آهي. بسون تيار بيٺيون آهن. وهاب شر چيو اسان جا ليڊر رڳو ويلو تارڻ جي چڪر ۾ آهن. مفت جون مانيون کارائي اسان کان ورتل پئسا بچائي لاهور ۾ بنگلا اڏائڻ جي چڪر ۾ آهن. جنهن به پروگرام ۾ هلون ٿا ته پنجابي ۾ تقريرين جو پرزور لائي ٿا ڏين. پاڪستان ۾ سڀ کان وڏا پاڪستاني بڻيل هوندا آهن. هتي هي لاهور ۽ پارت جي نالن پن ملڪن جو وجود ثابت ڪري رهيا آهن. هنن کي پارت ۾ دفن سندن وڏڙن جي هڏين سان پيار ثابت ڪري رهيا آهن. ته پوءِ پاڪستان مان هٿ چونه ٿا پٽين. هتي اهو ثابت ڪري رهيا آهن ته هي پارت جا وڏي ۾ وڏا حامي آهن. پاڪستان ۾ سنڌين کي پارتي ايجنٽ سڏڻ کان ٿڪبا نه آهن. وهاب شر چيو هنن کي ڏوڙ وجهه اسان پنهنجي منهن گهمنداسون. هي وڏا منافق ۽ موقع پرست آهن. پاڻ هنن جي ڪنهن به پروگرام ۾ شرڪت نه ڪنداسين.

اسان سک ڊرائيور جئيمل سنگهه کي اعتماد ۾ ورتو ۽ هن کي چيو ته شهر گهماءِ واپسي تي جهڙي به قسم جي وسڪي چونڊين توکي وٺي ڏينداسين. هن چيو هلو اها ڪا ڳالهه ئي ناهي. اسان ٻئي ڄڻا شهر گهمڻ لاءِ نڪري پياسين. ڊرائيور اسان کي دهلي جي پراڻي علائقي جي جي ڪيو ايم مارڪيٽ ۾ وٺي هليو. هي علائقو اجڙيل ۽ پراڻو هو. هن کي چيوسون هتي ته ڪجهه به ناهي. هن چيو هتي نائيٽ ڪلب هلنديون آهن. ان لاءِ آيو آهيان. اسان هيٺ لهي گهمياسين. سکر جي نئين پنڊ

جهڙو علائقو هو. ماڻهو به ٿڪيل مگر ڪاڏل گهمي رهيا هئا. اڪثريت مسلمانن جي هئي، مان سک ڊرائيور کي چيو نئين پنڌ مان ڪيڏ. ڪنهن چنگي هنڌ وني هل. هو سمجهي ويو ته مزو نٿو اچين. هن چيو هلو. مان چيو ته گذريل پيري انڊيا گيٽ گهمي نه سگهياسين. اج اوڏانهن ٿا هلون. سک ڊرائيور چيو ته مان کي رستي جي خبر ناهي. وهاب شر چيس ته تون دهلي هاءِ ڪورٽ پهچ اڳتي توکي مان وني هلندس. جيئمل سنگهه پچا ڪندي دهلي هاءِ ڪورٽ واري روڊ تي پهچي ويو. اُتان وهاب چيو ته هاڻ باقي رستو مان کي سمجهه ۾ اچي ويو آهي. هو رستو ٻڌائيندو ڊرائيور کي سڌو انڊيا گيٽ وني آيو. مان چيس ڏهرڪي جا شر ايترا هوشيار ته نه آهن. تون ڪئين آهين. جرمن شوفر جيان رستو سنگهندو پهچي ٿو وڃي. مان چيس تون لڳي ٿو رڍن جو کير پيئندو رهيو آهين. هن چيو اُن سان دهانت جو ڪهڙو تعلق. مون چيو ان ڪري رڍ جو کير گهاٽو ۽ طاقتور ٿيندو آهي. زرداري اُن جو کير پيئندي ايوان صدر پهچي ويا ۽ شر رڍ جو کير پئندي دهلي جي انڊيا گيٽ تائين پهچي ويا. هن چيو اچڻ وقت پاڻ به پيرا لوڌي اسٽيٽ شير شاهه روڊ ۽ هاءِ ڪورٽ کان گذرندي انڊيا گيٽ کي به پار ڪيو هو. ان ڪري منهنجي ذهن ۾ اچي ويو بيو ڪراچي ۾ منهنجا ڪلائينٽ به اڪثر انڊيا گيٽ. لوڌي اسٽيٽ ۽ دهلي هاءِ ڪورٽ جي رستن جون ڳالهيون ڪندا رهندا هئا. اهي مان غور سان ٻڌندو رهندو هيس.

انڊيا گيٽ جي سامهون هڪ عاليشان باغيچو ۽ انڊيا گيٽ جي چئني طرفن کان وڏيون ڳاڙهيون سرچ لائيٽون لڳل آهن. جنهن سبب گيٽ ڳاڙهو نظر ٿو اچي. هتي مردن عورتن جو وڏو تعداد موجود آهي. اسان جڏهن پوئين پاسي آياسون ته ائين لڳو جڻ ڪنڊڪوٽ ۾ بيٺا آهيون. سوچيم هتان پچا ڪريان ته صمد بجاراڻي ۽ خادم بجاراڻي جو ڳوٺ ڪيترو پري آهي. گندي پاڻي جا تلاءَ. گندگي جا ڍير لڳا پيا هئا. وهاب چيو هندستاني وڏا فنڪار آهن. اسان وانگر هنن جا ٽپڙ پورا آهن.

پر فلمن ذريعي هندستان کي يورپ جي برابر ڪنيون بيٺا آهن. هنن جو سياحت ۽ ثقافت وارو کاتو بہ مضبوط آهي. ان جو ڪمال آهي تہ جنهن هنن تي ڪجهہ بہ ناهي ان کي بہ دنيا جا ماڻهون ڏسڻ ٿا اچن. اسان وٽ هنن کان بهتر هنڌ آهن. ٺٽي جي بادشاهي مسجد. لاڙڪاڻي ڏوڪري ۾ موهن جو دڙو. ڪوٽ ڏجي جو قلعو. سکر ۾ ستين جو آستان. بکر جو قلعو. خيرپور جو فيض محل. ڪراچي ۾ موکي متارن جو آستان. اروڙ. هنگلاج جا تاريخي مندر هوندي سياحت ۽ ثقافت کاتن وارا پئسا کائيون بنگلا ٺهرايون ڪارون وٺي لئي ڪيو گهمندا وتن. هتي انڊيا گيٽ تي ڪجهہ بہ نہ آهي. هڪ وڏو دروازو جو گيٽ ٺهيل آهي. اسان معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون تہ هي گيٽ ڪنهن جي ياد ۾ ٺاهيو ويو آهي. هتي ڪجهہ لکيل هو جيڪو پڙهڻ ۾ نہ پيو اچي. هتي گهمندڙ هندستانين کان معلومات وٺڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ڪو بہ ٻڌائڻ لاءِ تيار نہ آهي. تہ هي گيٽ ڪنهن جي ياد ۾ ٺاهيو ويو آهي. هڪ سماڌي بہ ٺهيل آهي. جنهن تي باهہ ٻري رهي آهي. پر سان ڪوئي بورڊ ناهي جنهن تي گيٽ جي باري ۾ معلومات هجي ها. انڊيا گيٽ مان نڪري اسان پنهنجي هوٽل تي آياسون ۽ ٿڪيل هجڻ سبب سمهي رهياسون.

24.03.2012

صبح جو 8:00 وڳي اک کلي وئي. مان ڪمري جو دروازو کولي اخبار کڻي اچي بستري تي ويهي ڪالهہ وارن پروگرامن جي ڪوريج ڏسڻ لڳس. انڊين ٽائيمس اخبار ۾ سيني پيج Events جون خبرون هيون پر هاءِ ڪميشن ۾ 23 مارچ جي حوالي کان ويندي ڪانفرنس ٽائين جنهن بہ پروگرام ۾ پاڪستاني سپريم ڪورٽ بار جو وفد شامل ٿيو هو خبر نہ هئي. هاءِ ڪميشن شاهد ملڪ جيڪو 23 مارچ جي حوالي سان پروگرام ڪيو. ان جي خبر بہ نہ هئي. ٽن ڏينهن جي ڪانفرنس جي خبر

بہ نہ آهي. هتي ميڊيا حد کان وڌيڪ تعصب پرستي جو شڪار آهي. هي ڪٽڙ جمهوريت جي جمهوري سماج جي تربيت آهي. هنن جي مٿان هڪ جهڙائي ۽ تعصب پرستيءَ جو خطرناڪ نہ منجهڻ وارو پردو چڙهيل آهي. چندي ڳڙهہ ۾ بہ بہ پروگرام ٿيا هئا ٻنهي جي خبر نہ ٽي وي تي ۽ نہ اخبار ۾ نظر آئي. ڪالهہ دهلي هاءِ ڪورٽ ۾ پروگرام ٿيو تقريرون ٿيون. ان جي بہ سنگل ڪالم خبر بہ نہ هئي. گذريل سال ڪُلديپ نيئر آيو هو. هن کي پاڪستان جي سنڌي. اردو. بلوچي. پنجابي ۽ پختون ميڊيا ملڪن جي سربراهن برابر ڪوريج ڏني هئي. اسان نيرن ڪرڻ بعد تيار ٿي 10 وڳي ايگزيبيشن Exhibition سينٽر وڃڻو هو جتي ڪانفرنس ٿي رهي هئي. اسان جڏهن تيار ٿي 9:30 وڳي هيٺ آياسون تہ سک ڊرائيور جئيمل سنگهہ ٻڌايو تہ توهان جا سڀ ساٿي بسن ذريعي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ وڃي چُڪا آهن. اسان کي آرام ڪرڻ جو چيو ويو آهي. اسان چيو پوءِ اسان جو ڇا ٿيندو گذريل رات اسان هن کي انڊين شراب رائل ايج جي پوري بوتل وٺي ڏني هئي. ان رنگ لاتو. هن چيو جاڏي هلو توهان سان انڪار ناهي. هن چيو پر رستن جي خبر ناهي. مان چيس گهبراءِ نہ هي ردن جو کير پيتل شر ڪٽڙي ڪم ايندو. هي اسان کي رستو ٻڌائيندو هلندو. هو تيار ٿي ويو ۽ اسان ڪار ۾ چڙهي ويناسون. اجا ڪار هلي بہ نہ هئي تہ ڪراچيءَ جو وڪيل جاويد ڇتاري اچي ويو. هن چيو تہ ڪيس بہ هلڻو آهي ۽ هنن جي ڪار جو ڊرائيور سرجيت سنگهہ هلڻ لاءِ تيار ناهي. چوي ٿو تہ اڄ ڪين آرام لاءِ چيو ويو آهي. اجا ڪار ٿورو اڳتي وڌي تہ ڪي.پي. ڪي جا 3 پناڻ وڪيل بہ آيا ۽ پڇڻ ڪانسواءِ سوڙهہ ڪري ڪار ۾ ويهي رهيا. سک ڊرائيور لهي بيهي رهيو. اسان چيو ڇا ٿيو مان نہ هلندس. اسان چيو ڇا ٿيو هن چيو ڪجهہ بہ ٿئي هنن پناڻن کي مان نہ کڻندس. هنن کي ڪار مان لاهيندا تہ هلندس. پناڻن پاڻ ٻڌو ۽ لهي هليا ويا. جيئمل سنگهہ ڪار هلائڻ لاءِ ڪار ۾ وينو. جاويد ڇتاري کي وري گهٽي ڳالهائڻ جي بيماري

هئي، ائين چئجي ته ڪو وڏاءُ نه ٿيندو. هن کي وات جو بواسير آهي. هن بنا پڇڻ جي لطيفو ٻڌائڻ شروع ڪيو. اسان کي ڏپ پيو ٿئي ته سک ڊرائيور کي لطيفو نه وڻيو ته هو اسان کي ڪٿي به لاهي سگهي ٿو. جاويد چتاري پاڪستان ٺاهڻ جي نهراءَ ته 1940 ۾ پاس ٿيو. پر نهڻ ۾ 7 سال ان ڪري لڳي ويا جو ٻئي ملڪ اهو فيصلو نه پيا ڪري سگهن ته سکن ۾ پناڻن کي ڪير ڪٽندو. ان تي سک ناراض ٿي ويو ۽ چيو پناڻن جي ڪري ئي اسان پاڪستان کي هندستان مان ڪڍي ڇڏيو ۽ اهو پاڪستان ٺهڻجي ويو. مان چتاري کي چيو بس گهڻو نه. هي اسان کي رستي ۾ لاهي هليو ويندو. اسان هن کي ڪجهه نه ڪري سگهنداسون. جاويد چتاري کي ماٺ ڪرائي سون. وهاب شر کي چيو هاڻ هن کي رستو ٻڌائيندو هل. جئيمل سنگهه چيائين رنگ روڊ تائين پهچاءِ. اڳتي مان ٿو وٺي هلان. ڊرائيور پڇا ڪندو رنگ روڊ تائين پهچي ويو. دهلي جو رنگ روڊ (فلاءِ اوور مٿان فلاءِ اوور) به 20 کان 25 ڪلوميٽر ڊگهو هيو. سردار جي رنگ روڊ ڪراس ڪري چيو هاڻ. وهاب شر چيو کاٻي تي ڦري هل. هو کاٻي تي آيو ته سامهون لکيل لوڌي اسٽيٽ. سردار جي هلڪو هلڪو کلڻ لڳو. اسان چيو ڇا ٿيو. چيائين. حيرت آهي پاڪستاني بلوچ کي دهلي جا روڊ سمجهه ۾ اچي ويا آهن. هندستاني سک کي حيرت ٿي ٿئي. وهاب چيو هاڻ سردار جي کي تو وارا چرچا سمجهه ۾ اچڻ لڳا آهن. پاڻ به ڪرڻ لڳو آهي. لوڌي اسٽيٽ کي پار ڪيوسي ته ايگزيبيشن جي وڏي ۾ سون ايڪڙن ۾ پکڙيل بلڊنگ نظر آئي. جنهن ۾ سون جي تعداد ۾ آڊيٽوريم آهن. ڪراچي جي آرٽس ڪائونسل مشڪل سان ٽن يا ٻن ايڪڙن جي ايراضي تي ٿهيل آهي. جئين ئي اندر داخل ٿياسين ته وهاب شر هڪ هنڌ بيهي رهيو. هڪ مورتي هئي ان کي غور سان ڏسي رهيو هو. ڪتو به ناهي. جي ماٺهو آهي ته ان کي پڇ ڇو آهي. اُن تي چتاري چيس پڇ ناهي. اهو ماٺهو آهي ۽ ان کي پويان لٺ وڏي وئي آهي. پوءِ چيائين هن سان فوٽو ڪڍرائين ته

ڪيرائي، هو فوٽو ڪيرائڻ لڳا. مان اڳتي فائن آرٽ جا نهيل ڪجهه پيون شيون ڏسندو وڌندو ويس. هڪ هنڌ ڦاسي گهاٽ جو منظر نهيل نظر آيو. سک ديو پڳت سنگهه. اشفاق ۽ بيا آزادي جا هيرو ڏيکاريل آهن. جيڪي ڦاهي جو رسو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي بيٺا آهن. اسان وٽ جيڪي آزادي جا هيرو ۽ شهيد آهن. انهن کي ياد ڪرڻ ۽ انهن جي ورسي ڪرڻ تي اسان کي سزائون ملنديون رهيون آهن. پير صبغت الله شاهه راشدي شهيد ۽ هيمون ڪالاڻي جي نالي تي ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ملتان، بهاولپور، لاهور، راولپنڊي، اسلام آباد، پشاور، ايبٽ آباد، ڪوئيٽا، سبي، ڊيرا مراد جمالي تربت گوادر سميت ڪنهن به شهر جي ڪنهن روڊ کي به نالي سان منصوب نه ڪيو ويو آهي. واقعي هي ملڪ پنهنجي آزادي جي هيروز جي عزت ۽ احترام ڪري ٿي.

ايتري ۾ اسان ڪانفرنس واري بلڊنگ ۾ پهچي وياسون، جتي مختلف ٽن هالن ۾ ڪانفرنس جا مختلف سيشن هال هلي رهيا آهن. هڪ ۾ International Seminar on streanthening administration of justice and upholding the relief law in SAARC Countries جي عنوان سان ڪانفرنس هلي رهي آهي. هي ڪانفرنس ڪنفيڊر انڊين آف پشن بار طرفان ڪرايو پيو وڃي. مان جائزو وٺڻ لڳس ته گذريل سال جيئپور واري ڪانفرنس ۾ چند پارٽي وڪيل ڪانفرنس ۾ شامل ٿيا هئا. هاڻ هتي ڪيترا آيا آهن. ائين ٿي آهي هن سال به گذريل سال جيان پاڪستاني وڪيلن جي اڪثريت آهي. پارٽي چار پنج وڪيل نظر اچي رهيا آهن. اسان جي سنڌ ۾ ڪائي اين جي او سيمينار ڪندي آهي ته لوڪل ماڻهن جو وڏو تعداد شرڪت ڪندو آهي. مان کي ياد آهي گذريل سال ڊسمبر 2010 ۾ پيرڳوٺ واري پاسي گهمرا ڳوٺ ۾ ڊاڪٽر غلام رسول گهمرو، اسد گهمرو، رياض گهمرو ۽ عبدالله گهمرو وارن پراڻن ڪامريڊن سان ڪچهري ڪرڻ لاءِ مچ ڪچهري ڪوٺائي هئي، جنهن ۾ وڏو مچ ٻاريو ويو هو. ڪامريڊ غلام رسول سهتو ان محفل

جو مور هو ۽ هن سدائين جيان سچي ڪري ۽ من موهيندڙ تقرير ڪئي هئي. محدود ڪچهري ۾ سون ڪان ٻه مٿي هزار 1500 ماڻهو ڪني ٿي ويا هئا. اُها بي ڳالهه آهي ته سنڌي ماڻهو جي ته وري ڳالهه ئي ٻي آهي. هو ڦرب وندڻ جو ڪوڏيو. ڪچهري جو مور. جي ڳوٺ ۾ ڪچهري ٿئي ۽ هر گهر جو هر مرد ڀاتي شريڪ نه ٿئي ته ڀاڙيو آهي. متارن جي ڪچهري هئي تون زال سان ستو پيو هئين. جت ڪچهري ۾ شامل نه ٿيو. مهڻن ۾ مري ويندو ۽ ان ڪچهري جو ذڪر سالن تائين پيو ٿيندو رهندو. معاف ڪجو سائين. سنڌي ماڻهو آهيان ٿورو جذباتي ٿي ويس.

ها ته مان ڳالهه پئي ڪئي ڪانفرنس جي بس سارڪ وارن جو پتسو آهي. اهو خرچ ڪرڻ وارن کي خرچ ڪرڻو آهي. باقي ڪانفرنسون هئين نه ٿينديون آهين. پارتي وڪيل پريانڪا شرما وڪيل تقرير ڪري رهي هئي ته پارت ۽ پاڪستان کي لاڳاپا بهتر ڪرڻ گهرجن. ٻنهي ملڪن کي جنگي جُنون بدران امن قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ گهرجن. ان لاءِ اسان قانوندان به بهتر ڪردار ادا ڪري سگهون ٿا. ٻنهي ملڪن جي عدالتي نظام کي بهتر بڻائڻ لاءِ هڪٻئي سان قانوني مهارت جي مٽا سٽا ٿيڻ گهرجي. اسان ٻنهي ملڪن جي ماڻهن جا گهڻو ڪري هڪجهڙا مسئلا آهن. غربت. وڏن ماڻهن جي انا ۽ غريبن کي غلام بڻائڻ وارو تصور ۽ ظالم ۽ مظلوم جا طريقا به ساڳيا آهن. ٻنهي ملڪن جي عدالتي نظام ۾ انصاف جون گهرجون پوريون نه ٿيون اچن. ٻنهي ملڪن جي انصاف واري تارازي هڪ طرف جهڪيل نظر ٿي اچي. امير انصاف وٺڻ ۾ ٻنهي ملڪن ۾ ڪامياب آهي ۽ غريب غربت سبب ناانصافي جو شڪار آهي. اسان مان جنگي جنون ئي ختم نٿو ٿئي ته انصاف جي تقاضا طرف ڪير ڌسندو. مائي وڪيل ٻنهي ملڪن جي انصاف جي ٺيڪيدارن کي ڏوئي ڇڏيو. پريانڪا شرما وڪيل جڏهن پنهنجي تقرير پوري ڪئي ته اسان جي هڪ وڪيل صاحب صلاح گنداپور اهڙو گندو سوال ڪيو جو اسان سڀني لاءِ

شرمساري جو سبب بڻجي ويو. هن چيو پريانڪا چوپڙا کان سوال آهي ته پاڪستان ۾ زنا بل جبر جا ڪيس آهن ۾ هتي زنا جا انهن ۾ شاهدي رڪارڊ ڪرڻ جو جيڪو طريقو آهي اهو هڪجهڙو آهي يا فرق آهي. پارٽي سنڌي وڪيل آنند گپتا چيو ان جو بهتر جواب پريانڪا چوپڙا (پارٽي اداڪارا) ڏئي سگهي ٿي. هي پريانڪا شرما آهي. دهلي هاءِ ڪورٽ جي جج جسٽس ارجن ڪمار سڪري چيو ان جو طريقو پنهي ملڪن جي قانون شهادت (Evidence Act) ۾ موجود آهي. ان وقت مون سان گڏ ياسين آزاد ويٺو هو. هن مونکي چيو يار هي سپريم ڪورٽ جو وڪيل ٿي ڪري ڪيڏو واحيات سوال ڪيو اٿس. مون چيو هن کي ڪانفرنس جو مور به ته تون ڪيو آهي. پريانڪا شرما هن کي ڪوبه جواب نه ڏنو ۽ خاموش رهي. وهاب شر، ياسين آزاد سان اٽڪي پيو ۽ چوڻ لڳو توهان اقربا پروري پيدا ڪري. پنهنجي کي نوازيو ٿا. ڪامياب سنڌ ڪارڊ تي سنڌ جي ڪوٽا ۾ ٿيا آهيو. پر هتي به سنڌ دشمني نٿا ڇڏيو. سنڌ جي هڪ به وڪيل کي ڪانفرنس جي ڪنهن به سيشن ۾ روسٽر تي نه رکيو آهي. توهان بدنيت آهيو. مان کي چيائين اُٿ ته هلون پاڻ هنڙن بدنيتن سان نٿا هلي سگهون. هو ائين چئي ٻاهر هليو ويو. مان هن کي ايس.ايم.ايس ڪيو ته واپس اچ هتي هي سيشن پورو ڪريون ڏسون ته ٿئي ڇا ٿو. وهاب شر موٽي آيو. ان وقت سپريم ڪورٽ بار پاڪستان جو جنرل سيڪريٽري سهيل رانا پنهنجو پيپر پڙهي رهيو هو. جڏهن هن پيپر پڙهي پورو ڪيو ته هن کان پارٽي وڪيلن سوال ڪيا هو ڪنهن به سوال جو جواب نه ڏئي سگهيو. مان سوال ڪرڻ وارن کي چيو. معاف ڪيوس هو غريب پيپر ڪنهن کان اوڌر تي لکرائي آيو هوندو. ته پارٽي وڪيلن چيو جائو معاف ڪيا.

وهاب شر وري اٿيو چيائين هل ته گهمڻ هلون. هتي سارڪ وارن جا پئسا خرچ ڪرڻ آيا آهن. جڏهن هتي به پنجابي گيري ٿي هلي ته اسان ڇو ويهون. هنن کان بهتر ته تون ۽ مان ڳالهائي پئي سهگياسون. وهاب

جي ڪاوڙ کي ڏسي مان هال کان ٻاهر نڪتس. مان هن کي چيو هيڏانهن پيو سيشن پيو هلي، هل ته ٿورو اتي به ڏسون ته هتي ڇا پيو ٿئي. اسان ٻئي هال جو سيشن ڏسڻ آياسين. اتي دهلي هاءِ ڪورٽ جو جج جسٽس سنجي ڪشن قائل صدارت ڪري رهيو هو. جسٽس بدر دريز احمد مهمان خاص هو ۽ رخسانه ملڪ اعزازي مهمان آهي. اسان جڏهن داخل ٿياسين ته سپريم ڪورٽ بار آف پاڪستان جي اي سي ميمبر رخسانه ملڪ پيپر پڙهي رهي هئي. پيپر پڙهڻ بعد جڏهن سوالن جو وقفو آيو ته محترمه خاموشي سان سوال ڪندڙن کي ڏسندي رهي ۽ ڪنهن به سوال جو جواب نه ڏئي سگهي.

دهلي هاءِ ڪورٽ بار جي صدر امرجيت سنگهه جندهيوڪ تقرير ڪندي چيو ته ٻنهي ملڪن کي هڪ اهم مسئلي طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي. اهو آهي ته ڪوڙ بي گناهه ماڻهو پل ۾ ٻاڊر پار ڪري وڃن ٿا. انڪوائرين ۾ جاچ مان به اهڙا ماڻهو بي ڏوهي ثابت ٿين ٿا. پر ان جي باوجود به انهن کي جاسوس جي ذمري ۾ رکي اڻ ڄاڻايل مدي تائين قيد رکيو ٿو وڃي. ان تي اسان وڪيل برادري کي اڳتي وڌي پنهنجي پنهنجي حڪومتن کي ان قسم جي صلاح ڏيڻ گهرجي ۽ دٻاءُ پڻ وڌائڻ گهرجي. ان قسم جو هڪ ڏينهن ٻنهي سرحدن تي ٻيهي مظاهرو به ڪرڻ گهرجي. بي گناهه ماڻهن کي قيد رکڻ جو ڪنهن به ملڪ کي ڪو فائدو نه ٿيندو.

وهاب شر چيو هي ڏس تياري سان آيا آهن. پنهنجي ۽ پنهنجي عوام جا مسئلا ڪهڙي انداز ۾ رکن ٿا. اسان جا سنڌ جي ميندبيٽ تي کٽي آيل پاڪستان بار ڪائونسل ۽ سنڌ بار ڪائونسل جا ميمبر سنڌ جي مسئلن کان ڪيڏو نه بي خبر آهن. هزارن جي تعداد ۾ سنڌ جا ملاح ڀارتي جيلن ۾ سالن کان ٻاندي ٻڌيل آهن. جن کي پنهنجي حدن مان ڀارتي نيوي وارا گرفتار ڪري کڻي ٿا وڃن ۽ سالن جا سال اهي جيلن ۾ سڙندا ٿا رهن. پوئتي هنن جا خاندان بکن جو شڪار ٿي ٿا وڃن. انهن

مسڪين ملاحن جو پلا ڪنهن ڪي اونو آهي. پ پ قيادت خوشامند پسند آهي. اُهي سنڌ جون سيٽون پنجابي ۽ پناڻن حوالي ڪري ٿا ڇڏين. اُهي اهڙي ئي نمائندگي ڪندا جهڙي هاڻ ڪري رهيا آهن. هن چيو اُتي ادا اهڙي پروگرام ڪي ڏوڙ ٿا وجهون ۽ پاڻ گهمڻ ٿا هلون. هن پويان ويٺل سليم منگريو ڪي چيو هل ته گهمڻ هلون. سليم منگريو چيو ته توهان وڃون هو پروگرام ۾ رهي ڪجهه حاصل ڪرڻ ٿو چاهي.

اسان ٻئي پنهنجي ڪار ۾ اچي ويٺاسون. سک ڊرائيور ڪي چيو سون ته هو دهلي جي وڏي ۾ وڏي مارڪيٽ ڪناٽ پئلس وٺي هلي. هن چيو رستن جي خبر ناهي. مان چيس رستن جو ماهر وهاب شر صاحب موجود آهي. ايتري ۾ مان ڪي ياد آيو ته عبدالحڪيم بجاراڻي اسان ڪان ٻن ڏينهن ڪان رابطي مان ٽٽي ويو آهي. وهاب ڪي چيم ترس ته مان هن ڪي وٺي اچان. وهاب چيو ته هو مان ڪي ٻه ٽنهي سيشن ۾ ڪاٿي ٻه نظر نه آيو. هو ٻه ڪاڏي گهمڻ نڪري ويو هوندو. هن ڪان فون نمبر ٻه وٺڻ ياد نه رهيو هو. اسان روڊن تان پڇا ڪندا، ڪلاڪ ڪن جي ڊرائيو بعد ڪناٽ پئلس پهتاسين. هتي هر رنگ، نسل ۽ مذهب جا ماڻهو نظر اچي رهيا هئا. ائين پيو لڳي ته هي مارڪيٽ ڪنهن يورپي ملڪ جو حصو هجي. مان هڪ سنهي فٽ پاٿ تان گذرڻ لڳس ان تان هڪ ئي وقت هڪ ماڻهو گذري پيو سگهي. جيڪو بيو آيو ته هڪ ڪي هيٺ لهڻو پوندو. ائين هلندي منهنجي سامهون اي.ايس.اءِ رينڪ جو پوليس مين آمهون سامهون اچي ويو. هاڻ هو مان ڪي پيو ڏسي ۽ مان هن ڪي پيو ڏسان ته هو رستو ڇڏي ته هو ٻه سڌو اچي بيٺو. هن جي ارادي مان ٻه مان سمجهي ويس ته هو رستو ڇڏڻ نه پر ڇڏرائڻ پيو چاهي. منهنجي ڪورٽ ڊريس ۾ هجڻ جي ٻه هن پرواهه نه ڪئي. مان هن ڪي چيو جي تون پاڪستاني پوليس وارو هجين ها ته مان توکي اهو سبق سيکاريان ها جو تون زندگي پر ياد رکين ها. هن ٻه چيو اچا ته تون پاڪستاني پاڙو (وڪيل) آهين. جي تون پارٽي پاڙو (وڪيل) هجين ها ته ملڻ ٻه توکي اهو سبق سيکاريان ها جو

ڪڏهن به هٿ پوليس واري جو رستو روڪڻ جي همت نه ڪرين ها.
ڪلي چيائين چڱو مان تو هيٺ لهان تون مهمان آهين. پل لئي ڪر ائين
چئي هٿ ملائي فٽ پاٽ چڙهي هيٺ لهي ويو.

وهاب چيو هي مارڪيٽ لڳي تو ميلن ۾ پکيڙيل آهي. ڪٿي ٿي ٿئي.
هڪ بلاڪ ڪٿي ٿي ٿئو ته ٻيو شروع ٿي ٿو وڃي. ڪراچي جو ملينيم.
سپر مارڪيٽ. پارڪ ويو. طارق روڊ. سميت سمورا مارڪيٽ مالئجن
تڏهن به اُهي هن جي اڌ جيترا به نه ٿيندا.

اسان واپس اچي ڊرائيور کي چيو ته پاليڪا وٺي هل. هن ساڳي
ڳالهه ڪئي رستن جي خبر نه آهي. اسان چيو پڇڻا نه منجهڻا. پڇندا
هلنداسون. اسان پاليڪا روانه ٿياسين. پڇندا پڇندا ڏيڍ ڪلاڪ بعد
پاليڪا پهچي وياسين. هي زير زمين مارڪيٽ آهي. ڊرائيور چيو مان
بڏو آهي ته هي مارڪيٽ ميلن ۾ پکڙيل آهي. هن گهٽي جو نمبر ڏسي
پوءِ لهو ته جئين واپسي به اتان ئي ڪجو. نه خبرناهي ڪٿان وڃي
نڪرندا. مان اتي ئي ويٺو هوندس. مٿان وڏو باغيچو آهي ۽ عمارتون.
هاڻ هيٺ ڏسجي ته ڪهڙي دنيا آباد آهي. اسان هيٺ لٿاسون ته
مارڪيٽ نه پر بازارِحسن لڳل نظر آيو. وڏي رش آهي. هتي به ڪنات
پئلس جيان يورپي اسٽائيل جو نظارو آهي. هر رنگ نسل ۽ ملڪ جا
ماڻهو گهمي رهيا آهن. وهاب هڪ بوٽن جي دڪان ۾ گهڙيو. چيائين
هتان بوٽ خريد ڪري ڏسون. پر هن کي بوٽن مزو نه ڏنو. هو دڪان ۾ ويٺو
هو ته مان ٻاهر نڪري ويس. ٿورو اڳتي هليس ته اندازو ٿي ويو. واپس ان
دڪان کي نه ڳولي سگهندس. جنهن ۾ وهاب کي ڇڏي آيو آهيان. زينب
مارڪيٽ جيان سنهيون سنهيون گهٽيون. انگڙ ونگڙ جي انهن ۾
الجهي پيس ته سجو ڏينهن ٻاهر نڪري نه سگهندس. ڏاڍي مشڪل سان
وهاب کي ڳولهي لڌو. هن کي چيم استاد هتان جلدي نڪرون. جي زلزلو
آيو ته ڪير اسان کي ڳولي به نه سگهندو. وهاب چيو اوچتو زلزلو ڇو

ڀندو. مان ڇيو مان کي ڏپ ٿو ٿئي جي هتي ڀئي وڃائجي وياسون ته اسان کي ڪير ڳوليندو. ڊوڙو جهيڙنس هل ته ميٽرو ۾ ٿا چڙهون.

اسان جتان آيا هئاسون، اها گهٽي پلجي ڀئي پاسي کان وڃي نڪتاسون. ڊرائيور کي فون ڪئي هن چيو اتان پڇا ڪريو ته ڪهڙو علائقو آهي. اسان ٽيڪسي واري کي چيو ڪناٽ پيلس جي بي بلاڪ هلئو آهي. جنهن چيو 300 ربيا لڳندا. اسان چيو هي ويجهو ته آهي. ايترا پئسا ڇو. هن چيو هي چراغ دهلي ۾ بيٺا آهيو. ڪناٽ پيلس تمام گهڻو پري آهي. اسان چيو پاليڪا مارڪيٽ ايڏو پڪڙيل آهي ڇا هن چيو ها. اهو مارڪيٽ ناهي الڳ شهر آهي. اسان چيو نيڪ هل ادا 300 ٿي وٺ اسان کي ڪناٽ پيلس پهچاءِ ڪناٽ پيلس پهچي گجراتي هوٽل جي ڳولها ڪئي سي. پر نه لڌو. هتي گجراتي هوٽل ۾ 7 خانن واري ٿالهي ڏيندا آهن. انهن خانن ۾ هر طرح جا ڀوڙ وڏل هوندا آهن. اسان هڪ عام هوٽل تي ويهي مڇيءَ جو آرڊر ڏنو. مڇي تمام سٺي ملي. ماني کائي ارادو ڪيوسين. زير زمين ميٽرو ۾ گهمڻ جو. هيٺ لهي وياسين. ٽڪيٽ واري کي چيو ته اسان کي اهڙي ٽڪيٽ ڏي. جئين سڄو شهر گهمي واپس هتي لهون. هن چيو هي توهان جي واپسي انن ڪلاڪن کان پوءِ ٿيندي. وهاب چيو ته بس پوءِ 50 کن اسٽيشن جي ٽڪيٽ ڏي. هن 100 رپيه جا ٻه ٽڪيٽ ڏنا اسان پليٽ فارم تي وياسين. هر پنجن منٽن اندر ميٽرو اچي پئي وڃي. ان مان ڪولين وانگر ماڻهو لهن ۽ چڙهن پيا. جئين ميٽرو آئي. اسان ان ۾ چڙهي ويناسين. مان الطاف شيخ ۽ پطرس بخاري جا سفرناما پڙهيا هئا. جنهن ۾ هنن لنڊن جي ميٽرو جي باري ۾ لکيو هوان ۾ به ائين ڪولين جيان ماڻهو لهندا ۽ چڙهندا هئا. ويهڻ جي جاءِ نه هجڻ سبب اسان بيهي رهياسين. ڪافي جوڙا هڪٻئي جي ڳيچين ۾ هٿ وجهي هڪٻئي کان منيون وني رهيا هئا. مان کي ساڙ ٿيڻ لڳو. جو مان اڪيلو آهيان ۽ اهڙي نعمت کان محروم.

اسان ٽڪيٽ ته 50 اسٽيشن جي ورتي پر 20 تائين هلي ٽڪجي پياسين. ٻڌائين ٿا ته ميٽرو خودڪار نظام تحت پاڻ هلي ۽ بيهي ٿي ۽ اسٽيشن اچڻ جو اعلان به پاڻ ئي ٿي ڪري. اسان بور ٿي 20 اسٽيشن تي لهي پياسين. ٻاهران اچي ٽيڪسي واري کي چيو ڪناٽ پئلس هلڻو آهي. هن چيو 500 رپيه لڳندا. اسان چيو ايترا ڇا جي لاءِ هي ته آهي ڪناٽ پئلس. هن چيو هي آهي ته پوءِ وڃو. ٽيڪسي ۾ چوٽا چڙهو. 500 رپيه معنيٰ پاڪستاني هزار رپيه. اسان پي پهچڻو هيو. چيو سون هل پائو 500 ڏيون ٿا. اسان کي ڪناٽ پئلس پهچڻ ۾ ڏيڍ ڪلاڪ لڳي ويو. اتي پهچي ڊرائيور کي فون ڪئي هو به ويجهو ئي بيٺو هو ۽ اسان کي ڏسي رهيو هو. د . ظاهر ٿي بيٺو ته اسان کي به نظر اچي ويو. هن چيو ڪناٽ پئلس جو ته اجان اڌ به نه گهميا آهيو. اسان چيو هنوز دلي دور است. دلي اسان کان چڙهيل آهي. هن کي، گهمڻ لاءِ سال جي ويزا کپي. جيڪا ڪڏهن به نه ملندي. هي جادو وارو شهر آهي. هڪ پاسي کان لهون ٿا ته نڪرون سويرو ميل پري ٿا. وهاب شر چيو هاڻ ٿڪجي پيا آهيون هوٽل تي هلون مان چيو نه مغلن جي جامع مسجد هلون اتي مولانا ابوالڪلام آزاد جي مزار آهي اها ڏسون ۽ مغليه جامع مسجد وڃڻ جو به ڪڏهن موقعو نه مليو آهي جيڪا تاريخي مسجد آهي اها ڏسي پوءِ واپس ٿا هلون. ان کان پوءِ اسان اتان پڇاڪندا مغليه جامع مسجد پهتاسين مسجد وٽ پهچي ان جي سامهون ڏٺو سين ته جيڪا بازار هئي اها مسلمانن تي مشتمل هئي ۽ سجو علائقو سکر جي نئي پنڊ جيان ڏسڻ ۾ پئي آيو جنهن کي اسان پار ڪندا جامع مسجد ۾ داخل ٿياسين ته اتي عبدالحڪيم خان بجاراڻي تي نظر پئي. جيڪو حوض تي ويٺو وضو ڪري رهيو هيو. اسان چيو سي ته پوتار جاتي ڪاٿي اسان توکي ڳولهيندا ٿا وتون تون کي اسان جو فڪر ئي ڪونهي تون وڃي سنگت پنجابين ۽ پناهگيرن سان رکي آهي اسان جي پرگهور ئي نه ٿو لهين اسان جو اڄ ڪان تون سان باءِ ڪاٽ آهي. ان تي عبدالحڪيم بجاراڻي

پنهنجي روايتي انداز ۾ چيو ادا شَرو ڪيو مستي ڪيو اڪيلو بجاراڻي توهان کي هٿ اچي ويو آهي پِل ان سان مستيون ڪيو. مان چيو ته ادا هاڻي اٿ نه رنا پورا رُنا. پروج آهي نه هاڻي اسان تي ٿو لانگ ورائي. هڪدم هٿ ٻڌي چيائين ادا معافي ادا توبه بجاراڻين سپين جي توبه شرن سان اسان نه پهچي سگهندا سين توهان شار اسان کان زور صفا زور. هاڻي مونکي نماز پڙهڻ ڏيو ته مان نماز پڙهان. جنهن سنگت سان مان گڏ آيو آهيان انهن کي اتي ئي خدا حافظ ٿو ڪريا ۽ پوءِ توهان سان گڏجي ٿو هلان. اسان چيو نيڪ آهي اسان تنهنجو انتظار ٿا ڪريون توهان نماز پڙهي اچو. اسان مسجد گهمي ڏاڪڻن تي اچي ويهي عبدالحڪيم خان بجاراڻي جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. ٿوري دير بعد بجاراڻي صاحب نماز پڙهي موٽي آيو. چيائين ته هاڻي هلو ٿورو اڳيون ان مسجد جي هيٺون پارڪ ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد آرامي آهي ان سان هلي ملاقات ڪيون. هو اسان جي اڳيان اڳيان هليو. شايد هو اڳ ۾ به ڪيترا ڀيرا هندستان آيل آهي. هن کي مزار جي لوڪيشن جي خبر هئي. ٿورو پنڌ اڳتي هلي هڪڙي پارڪ ۾ مڙيا سين. جتي ابوالڪلام آزاد جي اڪيلي مزار نظر آئي چئين طرفن کان پارڪ ۽ ان جي مزار جي پرسان سوئمنگ پول آهي. مولانا اسان کي وڏي نٽ سان سُتل نظر آيو. ان جي مزار جي پرسان هڪڙو مولوي وينو هيو جنهن اسان کي اشارو ڪيو ته منهنجي طرف اچي. عبدالحڪيم خان بجاراڻي هن کي چيو اسان کي تنهنجي مدد جي ضرورت نه آهي نه ئي اسان تون سان ملڻ آيا آهيون. اسان مولانا کي چڱي طرح سڃاڻيو ٿا ۽ مولانا به اسان کي چڱي طرح سڃاڻي ٿو. تون واري نسل پاڪستان ۾ جيڪي اسان سان ڪهر ڪلور ڪيا آهن. اسان ان مان ئي بيزار آهيون. اسان مولانا سان تو کان سواءِ ئي الڳ ڪچهري ڪرڻ آيا آهيون. تون اتي ئي وينو هج مولانا ۽ اسان جي وچ ۾ مداخلت نه ڪر. پوءِ اسان اتي دعا گهري سين. دعا گهري قبر جي پرسان ئي پلٿي ماري ويهي رهيا سون. اتي عبدالحڪيم بجاراڻي چيو ته 1948

۾ 1949 ۾ پارت ۾ وڏو ڏُڪار پيو. ڪڻڪ 40 رپيه مڻ تي وئي. ان تي مولانا ان وقت جي پارت جي وزير اعظم جواهر لعل نهرو کي چيو تہ ڪيس خوراڪ کاتي جو وزير ڪري تہ هن ڏُڪار کي مان ئي منهن ڏيندس هن جي ان تجويز کي جواهر لعل نهرو قبول ڪندي کيس پارت جو مرڪزي خوراڪ کاتي جو وزير مقرر ڪيو. جنهن سال جي اندر ڪڻڪ جو اگهه 9 رپين تي آڻي بيهاريو ۽ ڪڻڪ جي پيداوار ۾ حيرت انگيز اضافو ڪيو. جڏهن 1954 ۽ 1955 ۾ پاڪستان ۾ ڏڪار آيو تہ ابوالڪلام آزاد ئي پاڪستان کي سستي اگهہ تي ڪڻڪ مهيا ڪرڻ جي آڇ ڪئي هئي جيڪا پاڪستان قبول نہ ڪئي ۽ اهو ڏڪار اسان وٽ 1965 ۽ 1966 تائين جاري رهيو. عبدالحڪيم خان بجاراڻي چيو ابوالڪلام آزاد 1947 ۽ 1948 ۾ هڪ تقرير ڪئي هئي جنهن ۾ هن چيو هو تہ پارت مان جيڪي ماڻهو پاڪستان لڏ پلاڻ ڪري ويا آهن نہ اهي صحيح طرح سان مسلمان آهن ۽ نہ ئي انهن ۾ ڪو اسلامي جذبو آهي ۽ نہ ئي اهي اتي رهي ڪري اتي جي اسلامي طريقن. ثقافت ۽ ڌرتي کي قبول ڪندا. اتي اهي سيئي وڳوڙي بدماش ويا آهن. جيڪي شر انگيزي. فتنو ۽ فساد پکيڙڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ڪندا ۽ ڪڏهن بہ اتي جي ڌرتي ۽ ثقافت جو حصو نہ بڻجي سگهندا. ادا هي اٿوءَ مولان ابوالڪلام آزاد جنهن سان گڏ اسان وينا آهيو ۽ ڪچهري ٿا ڪريون. ان جون اهي سڀ ڳالهيون سچ ثابت ٿيون آهن. تنهن کان پوءِ اسان واپس هوٽل پهتاسون تہ رات جا 8 ٿي رهيا هئا. هوٽل واري فون ڪري چيو بسون تيار بيٺيون آهن. رات توهان جي ماني جي دعوت سپريم ڪورٽ بار جي صدر پاريک ڪئي آهي. اسان چيو اسان کي بک ناهي. جنهن کي ويٺو آهي وڃي. جاويد چناري ۽ سليم منگريو آيا ۽ هنن بہ هلڻ لاءِ چيو. اسان چيو جناب اسان ايترو تہ رُلي آيا آهيون جو هاڻ همٿ نٿي ٿئي. هو سيئي پاريک جي دعوت کائڻ هليا ويا. اسان سمهي رهياسون. 12:00 وڳي همراهن جي واپسي وقت جاڳ ٿي جاويد چناري ٻڌايو تہ دعوت ۾ وڏو

گند ٿيو آهي. اسان جي پاڪستاني يارن ڊٺ ڪي شراب پيتو ۽ پوءِ
اُلٽيون ڪيون، هڪبئي سان گارگند بہ ڪيو. بکيا پنجابي شراب کي
ائين ورتائون جڻ دهلي فتح ڪندا هجن ۽ وري نہ ملندو. آخري ۽ پهريون
پيرو مليو هئين.

25.3.2012

صبح جو 8:00 وڳي اٿياسين ۽ آگري وڃڻ جي تياري ڪرڻ
لڳاسين. اسان تيار ٿي نيرن ڪري 9:00 وڳي نڪتاسين تہ سڀ همراهہ
وڃي چڪا هئا. صرف اسان جي ڪار بيٺي هئي ۽ ان ۾ اسلام آباد وارو
ڪراڙو وڪيل انور شاهہ ويٺو هو. ڊرائيور چيو توهان دير ڪري ڇڏي
مان کي رستن جي خبر نہ آهي. هاڻ پڇندا هلنداسين. اسان چيو انڌن
ملتان لڌو هو اسان آگرو نہ لهنداسين. تون هل اسان هن کي چيو اسان
جي چاچي سردار عبدالحڪيم خان کي بہ ڪٽندا هلون. ڊرائيور چيو
هوٽل مونکان نہ لبندو. ڊرائيور راضي ٿيو. پر اهو ئي ٿيو ڪافي ڪوشش
باوجود اسان کان هوٽل نہ لڌو ۽ ارادو ڪيو هلڻ جو پڇا ڪندا مختلف
روڊن تان ٿيندا آگري ويندڙ روڊ تي پهچي وياسين. ڊرائيور کي چيو تہ
پهريان فتح پور سڪري هلي. هن چيو فتح پور سڪري جي ڪيس
خبر ناهي هو صرف آگري ئي هلي سگهي ٿو. انورشاهہ چيو تہ هو لکنوءَ
جائو آهي. هن جو پائتيو ساٿس آگري ۾ ملڻ اچي پيو. پوءِ هي بہ لکنوءِ
ويندو ۽ بہ ٽي ڏينهن اتي رهندو.

هتي جا روڊ رستا خراب هجڻ ڪري دهلي کان آگري جو اڍائي سو
جو مفاصلو 6 ڪلاڪن ۾ طئي ڪرڻو پيو. جڏهن تہ 485 ڪلوميٽر جو
سکر ۽ ڪراچي جو مفاصلو اسان 6 ڪلاڪن ۾ طئي ڪندا آهيون.
اسان پهريان آگري جي لعل قلعي وياسين. جنهن ۾ شاهجهان کي
سندس پٽ اورنگزيب قيد ڪري رکيو هو. ٽڪيٽن وٺڻ لاءِ بيناسين تہ
ٽڪيٽ واري چيو تہ پاڪستاني آهيو. اسان چيو ها هن چيو پاسپورٽ
ڏيکاريو. اسان پاسپورٽ ڏيکاريا هن 20 رپيا في ماڻهو جي حساب سان

گهرايا. مان کي حيرت ٿي ڇو ته گذريل سال هنن اسان کان 700 رپيه في ماڻهو وصول ڪيا هئا. مان پڇيو ايڏي رعايت ڇو ٿا ڪريو ته ٽڪيٽ ڪيپر چيو ته هند سرڪار سارڪ ميمبر ملڪن کان پارتي باشندن واري ٽڪيٽ جيترا پئسا وٺڻ جو فيصلو ڪيو آهي. اندر وياسين ان ڪمري تائين پهتاسين جنهن ۾ اورنگزيب شاهجهان کي قيد ڪري رکيو هو ۽ اتي کيس وڏي پٽ دارا جو سر دسترخوان ۾ وجهي موڪيلو هو. اتان جاريءَ مان تاج محل به نظر اچي رهيو هو. شايد شاهجهان به روز ڏسندو هوندو. ممتاز کي حاصل ڪرڻ لاءِ شاهجهان ممتاز جي مڙس علي قلي جو قتل ڪرايو ۽ ممتاز جي مرڻ بعد ممتاز جي ننڍي ڀيڻ نرگس سان شادي ڪئي. اورنگزيب جي باري ۾ ننڍي هوندي نصابي تاريخ ۾ پڙهايو ويندو هو ته بادشاهه هجڻ جي باوجود هو ٽوپيون سبي گذر سفر ڪندو هو. ٻئي طرف پيءُ ۽ ڀائرن جون منڍيون ڇٽڻ ۾ مصروف رهيو. جرمني جي بادشاهه جي زال ويم دوران مري وئي ته هن قانون ٺاهيو ته سڄي ملڪ ۾ ويم گهر ٺهرايا وڃن ۽ دائن کي انهن ۾ رکيو وڃي ۽ نئين دائين جي سکيا ڪرائي وڃي. ٻئي طرف جڏهن ممتاز ڏيءَ کي جنم ڏئي فوت ٿي وئي ته ان ساڍا ٽي ڪروڙ رپيه خرچ ڪري تاج محل ٺهرايو. هن قلعي ۾ به ديوان عام ۽ ديوان خاص ٺهيل آهن. جتي ويهي مغل بادشاهه دربار لڳائيندا هوندا. عوام تي ظلم به ڪري تاج محل ۽ ڪوٽ قلعا ٺهرايا جيڪي پاڻ لاءِ قيد ثابت ٿين.

لعل قلعي مان ٿي تاج محل آياسين. منهنجي دلچسپي هن ۾ گهٽ هئي ڇو ته گذريل سال ڏسي ويو آهيان. بحرحال هتي سنڌي هندو نوجوان سنيل آڏواڻي مليو. اسان سنڌي ۾ ڳالهائي رهيا هئاسون. هن هندي مڪس سنڌي ڳالهائيندي چيو مان به سنڌي آهيان. پوءِ هن ٽڪيٽون وٺي ڏيڻ ۽ پر ڏينهن واري قطار ذريعي تاج محل ۾ داخل ٿيڻ ۾ مدد ڪئي ۽ اسان اندر پهتاسين ته عبدالحڪيم بجاراڻي تي نظر پئي هو ربڙ جي وڻ هيٺيان بينچ تي وينو ساهه پٽي رهيو هو. مان وهاب کي چيو

اسان کي پنهنجو سردار صاحب ملي ويو. هن ڪاوڙ واري انداز ۾ پنجابي ۾ ڳالهائيندي چيو تسي هلو هلو. مان هاڻ پنجابي ٻڌجي ويو آهيان. اسان چيو اهڙو غضب نه ڪر تو ڪانسواءِ قوم يتيم ٿي ويندي. مجي ئي نه پيو. نيٺ اسان هيٺ ويهي منٿون ڪيون سين. اها پنجابي سامراج جي سازش هئي ته سنڌي قوم ۾ ڏڦيڙ پيدا ڪري. ان ڪري اسان کان جاني جگر جدا ڪيا ويا. نيٺ اسان جو سردار صاحب مشڪل سان وڃي راضي ٿيو ۽ واپس موٽي سنڌي بڻيو. گذريل سال مرحوم فيض الله ڪورائي ۽ سليم جيسر سميت اسان جو گروپ نهيل هو. گڏ گهمڻ ڦرڻ ۾ مزو به آيو پئي هن پيري هڪ ته هو بئي دوست نه هئا. سليم منگريو وڃي ڪراچي جي مهاجرن سان گروپ ٺاهيو اسان سان شامل نه ٿيو. ان سبب سڄو سفر بي مزي ٿي ويو هو. بجاراڻي صاحب جي ڪئميرا مان فائدو وٺندي فوٽو به ڪڍياسين. جو اسان ٻنهي يارن وٽ ڪئميرا نه هئي. عبدالحڪيم چيو شرئو توهان واپس هلو. جيڪو مان توهان جو حشر ڪندس بئي شر بڌي ڪيون ٿا وتو ۽ بجاراڻي بلوچ کي اڪيلو ڪري ڇڏيو آهي. اسان چيو وري بگل ڦٽي ويو. اسان تو به ڪئي منٿ ميڙ ٿا فلو وٺي آيا آهيون. مان چيو پنجابي پناهگير هر هنڌ اسان سان هر سطح جي بدمعاشي ڪندا ٿا وتن. وقت آيو ته هنن جو حشر سکن وارو ڪنداسين. عبدالحڪيم بجاراڻي پڇيو اهو ڪئين. مون چيو ته پارت ۾ سکن پنجابين جيان هر طرح جي بدمعاشي ڪندا هئا. ان جي ئي نتيجي ۾ بندران والا سميت گولڊن ٽيمپل ۾ مارجي ويل هزارين سکن جو بدلو وٺڻ لاءِ اندراگانڌيءَ جو قتل ڪيو. جنهن تي پارت جا ماٺهو مچريجي پيا ۽ سکن جو قتل عام شروع ڪيو پارت سرڪار به 24 ڪلاڪن لاءِ ماڻهن کي پاڻ نبيرو ڪرڻ جو موقعو ڏئي خاموش ٿي ويهي رهي. 24 ڪلاڪن ۾ پارتي ماڻهن سکن کي ڏوئي سنڌن مستي سدائين لاءِ ختم ڪري ڇڏي. اسان کي به پنجابي ۽ پناهگيرن سان ائين ئي ڪرڻو پوندو. عبدالحڪيم بجاراڻي ملتان واري صديق بلوچ کان پڇيو

توهان کي شر صاحب جي ڳالهه سمجهه ۾ آئي. هن سرائيڪي ۾ چيو بلڪل سمجهه ۾ اچي وئي. مان ته هاڻ ڪان ان تي عمل ڪرڻ جو سوچي رهيو آهيان. اسان بادشاهي مسجد ۽ تاج محل ڏسي ٻاهر آياسين ۽ واپسي جو فيصلو ڪيو.

اسان گاڏيءَ ۾ ويناسين مان سوچڻ لڳس هي علائقو سر سبز به ناهي. هتي جا ماڻهو سهڻا به نه آهن. شاهجهان هيڏو پئسو هتي ڇو خرچ ڪيو ۽ هن علائقي کي مغليه سلطنت جو مرڪز ڇو بڻايو. جمنا جي ڪناري تي تاج محل ناهڻ جو سبب ڇاهو هو. هتي جا ماڻهو بدتميز، بکيا ۽ بدحال آهن. ايترا سهڻا ۽ شائستا به نه آهن. وهاب چيو ته هتي جا ماڻهو سازشي ۽ ڪينا پرور آهن. مغلن هتي قلعو ۽ تاج محل ناهي انهن سازشن کي ننجو ڏيڻ لاءِ هن علائقي کي پنهنجو مرڪز ناهيو هوندو. مغل بادشاهه عوام سان ته انصاف نه ڪيو. پنهنجو پاڻ ۾ به نه ڪري سگهيا. شهنشاهه اڪبر انارڪلي کي پٽ ۾ لمبي چڏيو. جنهن سان شاهجهان عرف شيخو پيار ڪندو هو. ڊرائيور کي چيو ڏاڍي بک لڳي آهي. ڪٿي هلي ماني کاراءِ اسان سان گڏ آبل ڪراڙو ڪٿي رهجي ويو. ان جو انتظار ڪرڻو پيو. ڊرائيور کي چيوسون ڳولي اچ هن چيو پاڻهين ايندو. ايتري ۾ ڪراڙو پنهنجي مائٽ ۽ مائٽياڻي سان گڏ ايندي نظر آيو. هن کي ويهاري اسان دهلي لاءِ روانه ٿياسين. عبدالحڪيم بجاراڻي چيو هي ڊرائيور ماني الائي ڪاٿي کارائيندو. مان بيمار آهيان. ڪٿان ڀڳڙا وني ڏيو.

ڊرائيور جئمل سنگهه کي چيوسين ڪنهن سني هوٽل تي ماني کاراءِ هن چيو 50 ڪلوميٽرن ڪانپورءِ هڪ مدوي هوٽل آهي. اتي سني ماني ملندي. اسان چيو ايترو پنڌ اسان بک برداشت نٿا ڪري سگهون. تورو اڳتي هلياسين ته آگري شهر ۾ ڪي ايف سي نظر آيو. ڊرائيور کي چيو اتي روڪ برگر وني ان مان گذارو ٿا ڪريون. مان نوڻستر ورتو. ڊرائيور کي برگر وني ڏنو. دهلي طرف روانا ٿي وياسين. شام جا 5 ٿي رهيا ها. هڪ هنڌ روڊ تي 100 ميٽرن جي فاصلي تي 8/7 ماڻهون وينل نظر

آيا. اهي گول ناهي وينل هئا. ائين پيو لڳي جئين ته ڪجهه ڪائي رهيا هجن يا ڪنهن ڳنڀير مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ گڏجي ويچار ڪندا هجن. پر هنن جون پتلون لٿل ڏسي مان کي ڪجهه عجيب عجيب محسوس ٿيو مان ڊرائيور کي چيو ڪار روڪ پر اتي ئي روڪ. هن ايمرجنسي بريڪ هڻي ڪار کي روڪيو. وهاب شر ۽ مان ڪار مان هيٺ لهي هنن جو جائزو وٺڻ لڳاسون ته آخر هي ڪن ڇا ٿا؟ ڊرائيور به لهي آيو. هن پڇيو صاحب جي ڇا پيا ڏسو. اسان چيو ته ماڻهو ڇا پيا ڪن. سک ڊرائيور کلي چيو اهي پيا (يوپي ۽ سي. پي وارن کي هتي پيا سڏيندا آهن) پائخانو ڪري رهيا آهن. اسان چيو پيا ايڏا بي شرم ٿيندا آهن ڇا؟ هن چيو ان کان به چڙهيل آهن. هنن جون عورتون به سري عام سٽڻ لاهي پشاب ڪنديون آهن. هي ڪچهري به ڪندا آهن ته پائخاني ڪرڻ وقت گڏجي ويهندا آهن. هي پيا انتهائي ڪريل ۽ بدتميز ٿيندا آهن. عبدالحڪيم بجاراڻي لاحول ولاقوت الا البلا عليل عظيم. ادا هي چوندا آهن ته اسان کي تهذيب سيکاري آهي. سائين اسان تڏهن هنن کي ڏٺو اتي جڏهن مهاجر ٿي آيا ته هي عورتن سميت صبح جو کليل ميدانن ۾ سٿڻون لاهي حاجت پوري ڪندا هئا. هنن کي ماڻهن جي اچڻ وڃڻ جي پرواهه نه هوندي هئي. يوپي جائي انورشاهه کان پڇيوسين هي ڇا ڏٺو توهان. هن چيو مان ته پاڪستاني آهيان مان کي ڪهڙي خبر. عبدالحڪيم بجاراڻي چيو ادا هاڻ هي ڪس ڪا ميوا ٿي ويو آهي. هن کي ڇڏيو. هڪ هندو ڊرائيور ڪار روڪي ۽ چيو هي مدوي مسلمانن جو آهي. وهاب شر پڇيس هي علائقو به يوپي ۾ ٿو اچي يا يوپي مان نڪري آيا آهيون. ڊرائيور چيو شايد يوپي ئي آهي. وهاب چيو هل. هتي ماني نه کائينداسين. پويان ڏسي آيا آهيون. ڏوئيندا ئي ناهن ۽ پٽر سان صفائي ڪندا آهن. هتان هلو. عبدالحڪيم بجاراڻي چيو صحيح ٿو چئي ماني دهلي ۾ هلي کائينداسون. هتي جوس وغيره آهي ته وٺو. وهاب شر پاڻي ۽ جوس جون بوتلون وٺي آيو ۽ اڳتي سفر جاري رکڻ لاءِ روانه ٿي ويا سين.

رات جو 10:00 وڳي دهلي پهتاسين. عبدالحڪيم خان بجاراڻي کي سندس هوٽل تي ڇڏيوسي ۽ اسان پنهنجي هوٽل ڪلارڪس ان ۾ اچي ماني کائي سمهي رهياسين.

26.03.2012

اسان جي واپسي آهي. شروع ۾ اچڻ کان پهريان سوچيو ته 15 ڏينهن رهنداسين. پر بعد ۾ اسان جي يارن جي پنجابي گيري ڏسي رهڻ تان دل کڄي وئي. گهڻا وڪيل ته صبح جو 5:00 وڳي روانه ٿي ويا. اهي امرتسر ۾ رهڻ نٿا چاهين. اسان جو امرتسر ۾ رهڻ جو ارادو آهي. رات رهي سڀاڻي لاهور لاءِ روانه ٿينداسين. اسان 9:00 وڳي تيار ٿي چيڪ آئوٽ ڪري هوٽل ڇڏي اچي ڪار ۾ ويٺاسين ۽ ڊرائيور کي چيو اسپارڪ ان هوٽل هل. جتان عبدالحڪيم بجاراڻي کي کڻڻو آهي. اهو هوٽل 15 منٽن جي ڊرائيو تي هيو. اتي آياسين ته خبر پئي عبدالحڪيم بجاراڻي صبح جي سپر جهاز ذريعي امرتسر روانو ٿي ويو آهي. اسان رنگ روڊ ڪراس ڪري امرتسر طرف روانا ٿياسي ته دهلي ختم ٿي وئي مان ڊرائيور کان پڇيو جنهن ڏينهن [illegible] هئاسين ته 3 ڪلاڪ شهر ۾ داخل ٿيندي لڳي ويا هئا. هاڻ صرف 25 ڪلوميٽرن اندر دهلي پوري ٿي وئي. هن چيو هي اجا به دهلي آهي. هي [illegible] تي آبادي آهي. جنهن تي اڏاوتون ڪرڻ ۽ عمارت ٺاهڻ تي پابندي لڳل آهي. ته جئين شهر ماحولياتي گدلاڻ کان بچيل رهي. 3 ڪلوميٽر هلياسين ته دهلي جو شهر وري نئين سري سان شروع ٿي ويو. ڊرائيور چيو هن شهر سان چڙيل (ڏائڻ) وارو چڪر آهي. شارٽ ڪٽ ڪرڻ جي باوجود به اسان کي شهر مان نڪرڻ ۽ مين روڊ تي پهچڻ ۾ 3 ڪلاڪ لڳي ويا هئا.

ڊرائيور هڪ مذوي تي ڪار روڪي چيو هتي پرانو ۽ اصلي مکڻ ملندو آهي. هتي جا ماڻهو لسي مکڻ جا ڏاڍا شوقين آهن. هتي پراڻي جو تصور ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن قسم جي چرهاڻ هجڻ لازمي آهي. جڏهن

پرانو آيو ته ان ۾ چرهاڻ هجڻ سبب مکڻ جو مزو خراب ٿي ويو. اسان هڪ هڪ پرانو کائي لسي جو گلاس گهرايو ته ان ۾ به مکڻ پيل هو. مکڻ ۾ عجيب قسم جي بوءِ هجڻ ڪري مان لسي جو گلاس موٽائي ڇڏيو. وهاب شر مکڻ به کاڌو ۽ لسي به پي ويو. مان کي چيو مکڻ نٿو کائين. مان چيو هتي هر شئي هلال آهي خبر ناهي مکڻ الائي جي ڪهڙي قسم جي جانور جو هجي. وهاب چيو پيل هجي ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي. کير مکڻ ته جانور جي کير مان ٺهندو آهي. ايتري ۾ اتان سوئرن جو وڏو ولر گذرڻ لڳو. مان چيو هنن جو به ٿي سگهي ٿو. وهاب چيو بلڪل هنن کي ته ماڻهو ائين ئي کائين ٿا. جئين اسان ڳئون، رڍ ۽ ٻڪري جو کير پيئندا آهيون ۽ کهي به کائيندا آهيون. مان چيو پائي ڪجهه به هجي. اسان جي کاڌن جو مزو ئي پنهنجو آهي. هنن رڳو فلمي دنيا ذريعي اگهاڙيون مايون نچائي دنيا کي بيوقوف ناهيو آهي. هنن جي هر شي بناوتي آهي. ائين چوندا اسان پنهنجي ڪار ۾ ويهي امرت سر لاءِ روانا ٿي وياسين. رستي ۾ هڪ بورڊ تي نظر پئي جنهن تي لکيل هو Lovely Professional University ڊرائيور ٻڌايو ته ان يونيورسٽيءَ جو مالڪ منائي ناهي وڪڻندو هو. ان مان هن اها يونيورسٽي قائم ڪئي آهي. جيڪا 170 ايڪڙن تي پکڙيل آهي.

ستلج ندي ڪراس ڪئي سي. جيڪا هن موسم ۾ به پاڻي سان پريل آهي. هتي جون نهرون به پڪيون آهن. جئين نه پاڻي ضايع ٿئي ۽ نه سم ڪلر سبب زمينون غير آباد ٿيڻ جو خطرو هجي. هتي هنن درياهن تي پنجاب ۾ ئي ڊيم ناهي پنجاب ۽ راجستان کي آباد ڪيو پيو وڃي. بجلي گهر سئي بجلي پيدا ڪندا آهن. اسان وٽ ته درياهه اسان جو ڊيم پنجاب ۾. هتان جي هڪ هڪ نهر به پن روهڙي ڪئنالن جي برابر آهي.

اسان هاڻ لڌيانه شهر مان گذري رهيا آهيون هي هيرو موٽر سائيڪل ۽ اي ون پيڊل سائيڪل ناهڻ جا به وڏا ڪارخانه آهن. هتي ته هر شهر ۾ ڪنهن نه ڪنهن قسم جو ڪارخانو آهي. اسان واري

ڪارناهي. ڪراچي جهڙي شهر کي گجرانه واﻻ ۽ فيصل آباد جي ڪارخانن جون ٺهيل سائيڪلون وڪرو ڪرڻ ﻻءِ آنديون وينديون آهن.

هتي به اسان جي ملڪ جيان خوشامدي ماڻهن طرفان سيستدانن ۽ وزيرن جي فوٽن وارن بورڊن جي پرمار ٿيل آهي. ان معاملي ۾ ٻنهي ملڪن ۾ ستو سيڪڙو هڪجهڙائي نظر اچي رهي آهي. باقي جهيڙو جهاتي آهي. اها خبر الله سائين کي. اسان پارٽي پنجاب جي سنوين شهرن مان گذرندا شام جو 7 وڳي امرت سر پهتاسين. جتي اسان کي چيو ويو ته ايم ڪي هوٽل ۾ اسان جي رهڻ جو بندوبست ٿيل آهي. ڊرائيور اسان کي هوٽل ايم ڪي ۾ وٺي آيو. جتي پنجاب جو وڪيل طاهر چوڌري به مليو. اسان گيٽ اندر داخل ٿياسين ته سک بيٺو هو جنهن چيو توهان جو ڪمرو هن هوٽل ۾ نه پر ڪنهن ٻئي ۾ آهي. هن اسان کان نه نالو پڇيو نه تصديق ايتري ۾ طاهر چوڌري پنجابي ۾ ڳالهائيندي چيو پر عاصم جهانگير منهنجو نالو ته هن هوٽل ۾ لکرايو آهي. ان تي سردار جي تڙي پيو جي تُسي آئو آئو. اسان هن کي چيو جي هو تُسي آهي ته پوءِ اسان ڇا آهيون. توهان زبان جي بنياد تي اقربا پروري پيا ڪريو. اسان سمجهيو ته اهو محض ڪينا پروري اسان جي پنجاب ۾ آهي پر توهان پنجابي آهيو نه. ان بيماريءَ مان ڪئين تا بچي سگهو. هوٽل جو سک مئنيجر ڏاڍو شرم سار ٿيو. مان وهاب شر کي پنهنجو پاسپورٽ ڏئي چيو. مون کي اکين ۾ تڪليف وڌي وئي آهي. مان ڪنهن ڊاڪٽر کي ڏيکاري اچان. تيستائين توهان ڪمرو وٺي سامان رکرايو.

مان سک ڊرائيور کي چيو اکين واري ڊاڪٽر وٽ هلڻو آهي. هو مونکي اکين جي سک ڊاڪٽر وٽ وٺي هليو. ڪائونٽر تي به هڪ نوجوان سک ويٺل هو. هن کان ڊاڪٽر جي ملاقات جو پڇيو. هن چيو دير ٿي وئي آهي. ليٽ فِي سان ملاقات ڪرائي سگهجي ٿي. هن مون کان 200 رپيا ورتا. پنجاب پار انگلينڊ جو هجي ان مان توهان ڪڏهن به

پلائي جي اميد نٿا ڪري سگهو. هتي بہ لاهورين وارو دو نمبر اسٽائل لڳو پيو آهي. ڊاڪٽر وٽ جيڪو بورڊ لڳل آهي ان تي آئي (اڪ) اينڊ ڊينٽل (ڏندن) فزيشن اينڊ سرجن لکيل ڏسي منجهي پيس اسان وٽي اي اين. ٽي جا ڊاڪٽر (الڳ) آهن هي تہ کهڙوئي نٿو ملي. مون کي لڳاتار مٿيءَ واري هوا سبب اکيون پچي پيون. مون سوچيو جيستائين ڊاڪٽر اي جي چندواڻي ۽ ابراهيم پنو تائين پهچان تيستائين هتي عارضي رليف ملي. ڊاڪٽر وٽ بہ ڪي گهڻا مريض نہ پر بہ ٽي ويٺا هئا. سک مان کي پاڪستاني سمجهي 150 رپيا مٿي وٺي ويو نہ تہ بين ڪان 50 رپيا وٺي رهيو هو. 15 منٽن بعد ڊاڪٽر سڏايو هن مان کي سلوار قميص ۾ ڏسي چيو پاڪستاني. مان چيو هائو. هن چيو پاڪستان ڏاڍو پيارو ملڪ آهي. مان چيو اهڙي ڳالهہ آهي تہ اهو وٺو هي ڏيو. سک ڊاڪٽر کي شايد هڪدم اهڙو جواب ملڻ جي اميد نہ هئي. هو هڪبڪو ٿي وائڙو ٿي ويو ۽ منهنجي اک کي تپاسڻ شروع ڪيو. هن وٽ پنجن ڇهن قسمن جون اکيون چڪاسڻ واريون مشينون پيون هيون. انهن تان چيڪ ڪرڻ بعد چيو ساجي اک ۾ اسڪريچ آهي. مان هتي اچي پهريان آچر چند واڻي کي ڏيکاريو جنهن بہ چيو ڪاري تاري ۾ اسڪريچ آهي. پنهي جي دوائن ۾ ڪو رليف نہ ملندو ڏسي دوست طارق منگي جي صلاح سان ڊاڪٽر محمد ابراهيم پنو کي ڏيکاريو. جنهن سک ڊاڪٽر ۽ اي جي چندواڻي جي راءِ کي رد ڪندي دوا ڏني ۽ ان مان رليف مليو.

وهاب پڇيو دوا وٺي آئين. مون چيو ها. هن چيو گهڻو خرچ لڳو. مان ٻڌايو تہ بہ سئو رپيا ڏسڻ جا ۽ 300 رپيا ٻن ڊراپس جا. هن چيو اسان کي جو ديوان دوست ٻڌائيندا آهن تہ هندستان جي ڊاڪٽرن جي في 20 رپيا آهي ۽ دوا بہ ان ۾ ڏيندو آهي. مان چيو اسان جا حاجي ۽ زوار جڏهن سعودي ۽ ايران عراق مان حج عمرا ۽ زيارتون ڪري موٽندا آهن پوءِ بہ ڪوڙ ڳالهائيندا آهن. روڊ سون جا. ماڻهو مٺا. ڪوڙ تہ بلڪل نہ ڳالهائيندا. جڏهن مان پاڻ ٽي آيس تہ سڀ ڪوڙ ثابت ٿيو. هي ديوان بہ

هتي ياتري ٿي ايندا آهن. هنن لاءِ هي زمين مقدس آهي. مان چيو ٿڪيل آهيون. هل تہ ماني کائي اچون پوءِ ننڊ ڪري صبح جو قلندر، سچل ۽ پيتائي جي نتگري تي پهچي قادر قلندر مست ڪنداسين.

هيٺ لٿاسين تہ اسان جو ڪاڪو سردار عبدالحڪيم خان بجاراڻي ملي ويو. اسان جڻ وڇڙا ملياسين. پوتار اسان کي چڏي ڪٽي هوائن ۾ پرواز ڪيو اٿئي. هن چيو مان کي دهلي جو ايئرپورٽ ڏسڻ جو شوق هو. مان پڇيو ڪئين لڳو. هن چيو واقعي لندن جي هيٿرو ايئرپورٽ جهڙو. پاڙو. هن ٻڌايو صرف بہ هزار رپيا. دهلي ۽ امرت سر جو فاصلو سکر ڪراچي جيترو آهي. اسان کي سکر کان ڪراچي لاءِ 9000 رپيا پرٽا پوندا آهن. بجاراڻي صاحب چيو امرت سر جو ايئرپورٽ لاهور ۽ چڪ لالا ايئرپورٽن کان گهڻو بهتر ۽ سهڻو ايئرپورٽ نهيل آهي. هتي مان هڪ وڳي پهتس. گولڊن ٽيمپل اندر تائين وجي ڏسي آيس. مان پڇيو اندر ڇا هو. چيائين بہ همراهہ باجن ۽ تبلن تي واهي گُرو واهي گُرو ڳائي رهيا هئا. ٻيو تہ ڪجهہ بہ نہ هو. هن چيو هلو تہ ماني کائون. شهر ۾ ماني کائڻ وياسين تہ سڄو شهر بند ٿي چڪو هو. صرف هوٽل کليل هئا. ماني کائي اچي سمهي پياسين.

27.03.2012

صبح جو 9:00 وڳي جاڳ ٿي. تيار ٿي چيڪ آئوٽ ڪري سامان گاڏي ۾ رکرايو. سک ڊرائيور چيو هتي نيرن هڪ اهڙي هوٽل تي ٿو ڪرايان جتي رڳو معشوق ئي معشوق هوندا آهن. هوهاڻ اسان تنهي جي مزاج کي سمجهي ويو آهي. پر سمجهڻ ۾ ٿوري دير ڪري ڇڏيائين. هو اسان کي هڪ هوٽل تي وٺي آيو. جتي نارين (عورتن) جو وڏو تعداد نيرن ڪرڻ ۾ مصروف هو. اهي سڀ ملازم پيشا نارين آهن. جيڪي دفتر وڃڻ کان پهريان هتي نيرن ڪرڻ ايندين آهن. اسان جي چاچي هنن

سان فوٽو ڪڍرايا. اسن کي ٿورلڄ ٿئي پئي، هو پنهنجي عمر جو پورو پورو فائدو وٺي رهيو هو.

اسان نيرن ڪري گولڊن ٽيمپل آياسين. مان تہ گذريل سال بہ هتان ٿي ويو آهيان. وهاب پهريون ڀيرو آيو آهي. ان کي ڏيکارٽو آهي. گولڊن ٽيمپل جي گيٽ کي تبديل ڪيو ويو آهي، جو پراڻي گيٽ وٽ سنڌ بئنڪ پر سان اڏاوات شروع ڪئي وئي آهي. اسان کي پيرن اگهاڙو ٿورو وڌيڪ ڦيرو ڪرڻو پيو. پيرن ۾ ڪنڪر لڳڻ سبب تڪليف ٿي. اندر وڃي ڦيرو ڪائي واپس موٽي آياسين ۽ جڙيانوالا باغ تي آياسين جتي 1919 ۾ جنرل ڊائر پرامن آزادي پسندن جي جلوس تي فائرنگ ڪري هزارن جي تعداد ۾ سک، مسلمان ۽ هندو قتل ڪيا هئا. باهر آياسين تہ ان سک جو بت بينل نظر آيو جنهن 1940 ۾ لنڊن وڃي جنرل ڊائر کي گولي هڻي ماري جڙيانہ والا جي شهيدن جو پلاند ڪيو هو. ان کي اسان سلام ڪري واپس اچي پنهنجي ڪار ۾ سوار ٿي لاهور روانا ٿي وياسين.

# ايران

26 مئي تي حيدري جامع مسجد سکر جي پيش امام مولانا علي بخش سجادي فون تي اطلاع ڏنو تہ چار جون 2011 تي ايراني اسلامي انقلاب جي اڳواڻ امام خميني جي ورسي آهي، ان موقعي تي شرڪت لاءِ توهان کي دعوت آهي جي راضي هجو تہ پوءِ مظفر کي خانئي فرهنگ لطيف آباد، حيدرآباد جي پتي تي پنهنجو پاسپورٽ ۽ 3 رنگين پاسپورٽ سائيز فوٽوگراف ٽي.سي.ايس ذريعي موڪلي ڏيو. ٽڪيٽ ۽ رهڻ وغيره جو خرچ ايراني حڪومت جي ذمي آهي، توهان ايراني اسلامي انقلاب جي حڪومت جا مهمان ٿي وڃي رهيا آهيو. مون چيو جي مهرباني مفت مي چونہ وبندا سين. مان مولانا علي بخش سجادي جي ٻڌايل ايڊريس تي پنهنجو پاسپورٽ ۽ ٽي رنگين فوٽوگراف روانہ ڪري ڇڏيا. 30 مئي تي وري مولانا علي بخش سجادي فون ڪيو تہ توهان کي اڌ ٽڪيٽ (هوائي جهاز) جا پئسا ڏيڻا پوندا. باقي رهڻ ۽ اتي زيارتون ڪرڻ جو خرچ حڪومت تي هوندو. مون چيو نيڪ آهي. اڌ ٽڪيٽ ڀرڻ لاءِ تيار آهيان. اهي پئسا آن لائن ڪري موڪليا.

30 مئي تي خانہ خرهنگ حيدرآباد مان مظفر جو فون آيو تہ پهرين مئي تي 12:30 وڳي ڪراچي ايئرپورٽ تان توهان جي تهران لاءِ روانگي آهي، پاسپورٽ ۽ ٽڪيٽ سياڻي (31 مئي تي) ڪراچي خانہ فرهنگ

مان حاصل ڪريو. مان 31 مئي تي ڪورٽ ۾ اهم ڪيس هلائي 2:00 وڳي جو ڳوٺ روانو ٿيس. جتي وچي امڙ کان موڪلايو پوءِ ڪراچي روانو ٿي ويس. سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد ۾ ننڍو پٽ شهريار پڙهندو آهي، هن کي به کنيو ته جيئن ڪار واپس ڪٽي وڃي. وڏي پٽ نور علي کي سکر ڇڏڻو پيو جو گهر اڪيلو هو. باقي ڪراچي ۾ ته منهنجا پاڻيٽيا ڪامريڊ غلام حسين جا فرزند محمد حسن، نذير حسين ۽ سلمان سميت سڄو ڪٽنب موجود آهي، اتي جو ايترو مسئلو نه هو. مان حيدرآباد پهتس ۽ مظفر کي فون ڪئي ته مان حيدرآباد پهتو آهيان ۽ توهان پنهنجي پوزيشن ٻڌايو. هن چيو ته هو اجان تائين (ڇئين وڳي) شام تائين ڪراچي ۾ ئي هو. سو هاڻ هن ملڻ جي جڳهه ٻڌائيندي چيو ته نوري آباد ۾ علي بابا سي.اين.جي وٽ ٿا ملون. مون چيو ته نيڪ آهي شهريار کي چيو ته گاڏي کي درمياني رفتار سان هلائي، جيئن هو ڪراچي مان نڪرندڙهجي ته اسان به پهچون، چو ته فاصلي جي لحاظ کان نوري آباد حيدرآباد کي ويجهو آهي. اسان ڪلاڪ جو فاصلو ٻن ڪلاڪن ۾ طئه ڪري 6:00 وڳي نوري آباد جي علي بابا سي.اين.جي تي پهتاسون ۽ مظفر کان وري به پوزيشن پڇا ڪئي ته هن چيو هاڻ بس ڪراچي کان نڪرڻ وارو آهيان، مان سمجهي ويس ته هن کي علي بابا سي.اين.جي تي پهچندي ڏيڍ ڪلاڪ لڳي ويندو، هن سان شناسائي نه هجڻ سبب ڪنهن ٻئي هنڌ تي ملاقات رکڻ صحيح نه پيو لڳي، جيئن ڪو مونجهارو نه ٿي پوي. ان ڪري اسان به صبر کان ڪم وٺي اُتي ئي انتظار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. نيٺ مظفر صاحب به 8:00 وڳي علي بابا سي.اين.جي تي پهچي ويو. پاسپورٽ ۽ ٽڪيٽ منهنجي حوالي ڪيا. مونکي به پڪ ٿي وئي ته واقعي سڀاڻي ايران ڏسڻ لاءِ روانو ٿيندس. رات جو ڏهين وڳي اسان به ڪراچي گلستانِ جوهر ۾ واقعي پنهنجي پاڻيٽي محمد حسن جي فليٽ تي پهتاسون.

پهرين جون تي صبح جو 9:00 وڳي مان ڪراچي هوائي اڏي تي پهچي بورڊنگ ڪارڊ وٺي اميگريشن مان صاف ٿي وڃي لائونج ۾ وينس مونکي اها خبر نہ هئي تہ هن سرڪاري دعوت واري قافلي ۾ ٻيا ڪهڙا ۽ ڪتني جا مهمان آهن. اسان جي بورڊنگ ڪارڊ تي لکيو ويو تہ دروازي نمبر 27 مان گذري ايراني ايئرلائين جي جهاز ۾ سوار ٿيڻو آهي. بعد ۾ اسان کي گيٽ نمبر 29 مان گذري جهاز ۾ ٽيوب ذريعي سوار ٿيڻ جو چيو ويو. اسان 11:30 وڳي تي ايراني ايئرلائين جي جهاز ۾ وڃي ويناسون جهاز جو عملو فارسي ڳالهائي رهيو هو. اسان کي عملي جي فارسي ڳالهائڻ مان اندازو ٿي ويو تہ هي بہ عربن جيان ٻي ٻولي سمجهڻ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهن. مان ايئر هوسٽيس جي اشاري کي نظرانداز ڪري پنهنجي سيٽ پاڻ ڳولهي وڃي وينس اتي مونکان بعد ۾ هڪ جهونو سنڌي ۽ هڪ نوجوان اچي وينا. جن جي هڪٻئي سان ڳالهائڻ مان لڳو تہ ٻئي سنڌي آهن. مان ٻنهي جي وچ ۾ وينو هيس. در پرسان وينل جهوني مونکي چيو تہ برو نہ سمجهو تہ هن سيٽ کي هن سيٽ واري نوجوان سان تبديل ڪيو. جيڪو مونکي سدائين سنو نہ لڳندو آهي. ڇو تہ اِها اسان سنڌين جي عادت رهي آهي تہ نئين ماڻهوءَ سان واقفيت وڌائڻ بدران، پنهنجو پاڻ کي (Statusquo) جئين جو تئين رکڻ جي صورتحال جا قائل رهيا آهيون. ٿوري دير ۾ خبر پئي تہ جهونو ۽ نوجوان ٻئي هڪٻئي کان واقف نہ هئا. پهريان هڪٻئي سان تعرف ڪرايو ۽ پوءِ هن کي بہ گولي فٽ ڪيائين تہ توهان کي برو نہ مڃيو تہ هن سيٽ تي وڃي ويهو اتان منهنجو ڇوڪرو هتي ايندو. هو نوجوان اوڏانهن هليو ويو ۽ اتان هڪ نوجوان آيو. جنهن اچي مونکي بہ اتان کسڪائي ۽ پنهنجي تئين ساٿي کي مون واري سيٽ تي آڻڻ لاءِ ٽيم ٻڌڻ شروع ڪئي تہ هو اتي اڪيلو ڏجي ٿو. هن جهوني چيو. جي ڏجي ٿو تہ سائين کي عرض ڪريون ٿا. مون چيو اهڙا ڏجندڙ گهر کان نڪري جهاز تائين ڪيئن پهتا آهيو. جهاز بہ ڪِري سگهي ٿو. هي سيٽ توهان کي بچائي ڪونہ

سگهندي. هاڻ هن جهوني هڪ نوجوان کي اتاريو آهي. ان کي واپس گهرايو ۽ توهان ٻئي هن پنهنجي هن ٻجندڙ ساٿي کي گڏ ويهي ان کي همٿايو ته الله ڪندو سفر خير سان گذري ويندو. هو ٻئي سمجهي ويا ته هي همراهه هنن جي وڏيرڪي سوچ کي سمجهي ٿو. سندن ماڻهن جي اتارڻ ويهارڻ واري وڏيرڪي سوچ سان مڪمل طور تي ٽڪراءُ ۾ آهي. پوءِ مانٺ ڪري ويهي رهيا. جهاز چڙهيو ته الله مان صلي اعليٰ محمد واعليٰ محمد جو آواز گونجيو. جنهن مان مونکي اندازو ٿي ويو ته مسافرن جي اڪثريت ڪهڙي فرقي سان تعلق ٿي رکي.

جهاز ۾ گوشت، ساڳ جو ٻوڙ ۽ چانور ڏنا ويا. مونکي ٻنهي جو ذائقو نه وڻيو. چکي مون ٻيو واپس پئڪ ڪري ڇڏيو. اسان ساڍين ٽي وڳي تهران ايئرپورٽ تي پهتاسون. جتي سرڪاري پروٽوڪول وارا گارڊ بغير فل سوٽ پائي لائونج ۾ اسان جو انتظار ڪري رهيا هئا. هنن مسافرن کي ڏسي اڌوگابري فارسي مڪس زبانن ۾ چيو ته امام خميني جا مهمان هن پاسي بيهن. اسان اميگريشن ڪليئر ڪرائي پروٽوڪول وارن جي ٻڌايل جاءِ وٽ گڏ ٿي وياسون ۽ ٿوري دير ۾ اسان کي ٻاهر ڪيڊي ڪوچ ۾ ويهاريو ويو. ڪوچ جي اڳيان ٻه موٽر سائيڪل ۽ پوليس ڪار هلڻ لڳي. پويان ٻه ڪار. اسان کي ڪنهن غير ملڪي وزير وارو مان ڏنو ويو.

مان اڪثر دوستن کان ٻڌو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن به ملڪ وڃون ۽ ان ملڪ جي ماڻهن جي مزاج کي سمجهڻو هجي ته توهان کي روڊ تي هلندڙ گاڏين مان ئي خبر پئجي ويندي. مان هوائي اڏي کان هوٽل پرشين انقلاب تائين ڏٺو ته ڪٿي به ڪائي ڪار اوورٽيڪ يا ون وي کي ٽوڙي وڃڻ جي ڪوشش ڪندي نظر نه آئي. جنهن مان خبر پئي ته حڪومت جي رٽ آهي ته ان رٽ کي چئلينج ڪرڻ جي ڪنهن به ايراني شهري کي جرات نه پئي ٿئي.

اسان ڏيڍ ڪلاڪ جي ڊرائيو ڪانپوءِ هوٽل پريشن انقلاب پهتاسون جتي پرڏيهي مهمانن ڪي رهائڻ جو بندوبست ٿيل هو. پرشين انقلاب هوٽل فردوسي مارڪيٽ جي ٻه ڪلوميٽر جي فاصلي تي واقعي آهي. فردوسي روڊ ۽ مارڪيٽ جي خبر پئي ته اهو 45 ڪلوميٽر ڊگهو آهي ۽ ميٽرو ٽرين به ان ئي روڊ جي هيٺيان ٺهيل (انڊر گرائونڊ) آهي. اسان ڪوچ مان پنهنجو سامان پاڻ لاهي ڪمرن جون ڪنجيون حاصل ڪرڻ لاءِ دخل تي اچي بيٺاسون. اسان جي ملڪ جي ماڻهن پنهنجي ملڪ جي مزاج جو مظاهرو ڪري سڀ ڳوڙهجي ڪنجيون وٺڻ لڳا ته دخل واري ٽنل ٽنل انگريزي ۾ چيو هن طرح ته ڪنهن ڪي به ڪنجي نه ملندي. پل سجو ڏينهن بيٺا هجو. اسان به سمجهي وياسون هڪبئي ڪان واقف نه هجڻ سبب ڪير ڪنهن ڪي چئي به نه پئي سگهيو. نيٺ منهنجي نظر تي وي ۽ فلم جي ايڪٽر سيد يارمحمد شاهه تي پئي جيڪو ٿورو پرڀرو بيٺو هو. هو سجو لڪاءُ ڏسي رهيو هو. مان يار محمد شاهه کي چيو ته توهان هنن کي سمجهايو يارمحمد شاهه چيو ته توهان اچيو ته لابي روم ۾ ويهون اسان وارا ماڻهو ڳالهه نه سمجهندا ۽ هو به قطار ناهڻ ڪانسواءِ هنن کي ڪنجيون نه ڏيندا. ائين ٿيو اڌ ڪلاڪ تائين ڪنجيون جاري ڪرڻ وارو سلسلو بند ٿي ويو. اسان سان مٺياري جو اڳوڻو ايم.اين.اي پير شهاب الدين ۽ حيدرآباد جو ڊاڪٽر مختيار جعفري جن به اسان سان گڏ لابيءَ ۾ اچي ويٺا. اڌ ڪلاڪ بعد ايراني خفيه پوليس يا ايجنسي جا ماڻهوبن اردو گائيڊ سميت اچي ويا. اهي اردو گائيڊ هندستاني شهري هئا. جن مان هڪ ٻڌايو ته هو هتي سرجن آهي ۽ محمد يونس نالو هيس ۽ هندستاني شهري آهي. ٻئي پنهنجو نالو عزيز ٻڌايو ۽ اهو به هندستاني شهري هيو. انهن ٻنهي ۾ ڊاڪٽر يونس وڌيڪ سوير لڳو ۽ عزيز جي ترڙي طبيعت ڪري پرڏيهي مهمانن سان جهڙپون به ٿينديون رهيون. هڪ ايراني خاتون آفيسر جيڪا انگريزي ڳالهائي سگهي پئي فل نقاب ۾ هوندي به هن جي دلڪش خوبصورتي بکي رهي

هئي. قداور ۽ هر طرح سان پرڪشش لڳي رهي هئي. اکين سان اکيون ملڻ وقت منهن ٻئي طرف ڪري پئي ڇڏي. ڇو تہ هر ماڻهو هن کي غور سان ڏسڻ تي مجبور ٿي پيو وڃي نيٺ هن ڪارو چشمو پائي ڇڏيو پوءِ ديدبي سان مهمان عورتن کي ڪنٽرول ڪندي رهي.

ڪلاڪ سوا بعد اسان کي بہ سڌي ڪنجيون ڏنيون ويون. هر ماڻهو سان پنهنجو سنگتي هيو. ۽ ٻن بسترن وارو ڪمرو ٻن ڄڻن جي حوالي ڪيو پئي ويو. اڪيلي مهمان کي الڳ ڪمرو ڏيڻ جو پر وويزن (Provision) نہ هجڻ سبب مون سان مسئلو ٿيو جو سکر مان مان اڪيلو هيس حيدرآباد مان آيل هڪ مُلو بيٺو هو. هن مونکي چيو پاڻ گڏ رهون. مان چيو مولوي سان منهنجي نہ لڳندي آهي. هڪ ٻن ڏينهن جو مسئلو هجي تہ برداشت ڪجي هتي اٺ ڏينهن ترسڻو آهي. هوٽل وارن بہ جواب ڏئي ڇڏيو تہ اڪيلي ماڻهو کي اڪيلو ڪمرو نہ ملندو. يارمحمد شاهہ چيو يار شر صاحب بس رات جوئي تہ سمهڻو آهي. هن مُلي سان گذار. مان چيو مونکي واپس موڪلي ڇڏين تہ بهتر آهي. مُلي سان مان نہ رهندس. نيٺ يار محمد شاهہ چيو هاڻ بلوچڪي ضد ڇڏ ٿڪل آهيون. هل تہ هلي آرام ڪريون. نيٺ يارمحمد شاهہ جي زور ڀرڻ تي مُلي سان رهيس. ملي پهرين گهڙي ۾ جهالت جو مظاهرو ڪيو. جو هن کي تواڻليٽ ۾مسلم شاور استعمال ڪرڻ نہ آيو تواڻليٽ پيپر مان ڪم ڪڍي آيو ۽ فليش بہ نہ هلايو. ڪموڊ تي پير رکي ويٺو. سڄو ڪِن ڪري ڇڏيائين. نيٺ هن کي سمجهائڻو پيو. هي تہ ڪموڊ تي ويهبو آهي. ويهي مسلم شاور استعمال ڪبو آهي. جي تواڻيليٽ پيپر استعمال ڪرڻ جو ايترو شوق هجي تہ پوءِ استعمال ڪرڻ بعد هي فليش هيٺن هلائبو آهي.

پهرين جون جو سڄو ڏينهن آرام ڪندي گذري ويو. شام جو فرسٽ فلور تي ماني کائڻ وياسون اتي مرغ چُلو (مرغ چانور) ڪباب چُلو (ڪباب چانور کان علاوه ٿيون ڪو بہ ڊش نہ هو. مان. يارمحمد شاهہ

شهاب الدين گڏجي هڪ ٽيبل تي ويناسون مون چيو هي مرغ چُلو، ڪباب چُلو روز ڏيندا يا ڪڏهن ڪڏهن. هو هتي ايندا رهيا آهن ۽ پراڻا زيارتي هجڻ ڪري هنن کي ٿوري گهڻي فارسي به اچي پئي. هنن چيو اٿ ئي ڏينهن شر صاحب چانور ڪباب. مرغ ڪباب. مرغ چانور ڪانسواءِ ڪجهه به نه آهي.

به جون تي نيرن ڪرڻ وياسون ته پيو ته الائي چاهو. مان کي سمجهه ۾ نه آيو. مان ڪرڪيٽ جي بيٽ جيڏي ماني نظر آئي. ان مان ٿورو ٽڪر کنيم ۽ ٿورو ذرو آمليٽ آني جو. جوس ۽ لسي ڪٽي ويهي رهيس. جنهن کي مان لسي سمجهي ڍُڪ پرڻ وقت فاسي ويس عجيب و غريب هجڻ ڪري نه اندر پيو اماڻي سگهان نه ٿوڪُن جي ڊپ کان ٻاهر پيو ڪڍي سگهان. ياعلي مدد ڪري اکيون ٻوٽي پي ويس. ايتري ۾ شهاب الدين شاهه اچي ويو. چاٽيو شر صاحب. الائي چاجو آهي. چيائين اها ملائي آهي. پاڻ نه کائي سگهندا آهيون. اها واپس رکي اچو هو نندين بوتلون پيون آهن. انهن ۾ لسي آهي. بهرحال جئين تئين ڪري مان ناشتو ڪري جان ڇڏائي هاڻ باقي بچل 6 ڏينهن تمام وڏا پيا لڳن اهي ڪئين گذرندا. هي ماني ته هلندي ئي ڪانه ڪٽي بُک ۾ فوت نه ٿي وڃان. شهاب الدين شاهه چيو توهان کي عادت وجهڻي پوندي نه ته گذارو مشڪل آهي. سنگتي ساٿي نه هجڻ سبب مان لابي ۾ اڪيلو اچي ويٺس. اتي ڊاڪٽر يونس چيو. شام 7:00 وڳي ايراني صدر احمدي نجاد سان توهان جي ملاقات آهي. توهان هتي لابي ۾ پهچي وڃجو.

مان لابي ۾ وينو هيس ته هڪ نوجوان ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ٻئي ايراني هيا. مون وٽ آيا. مونکي چيو توهان کي انگريزي ايندي آهي. مان هائو ڪار ڪئي. هنن چيو ته اسان ٻئي صحافي آهيون توهان کان انٽرويو وٺنداسون. مان چيو پل وٺو. هنن جو پهريون سوال هو ته توهان جي ملڪ اسامه بن لادن کي پناهه ڇو ڏني. مون چيو اهو سوال ڪنهن حڪومتي ڪارندي يا ترجمان کان پڇيو ان ۾ مان شامل نه رهيو آهيان.

هنن چيو توهان جي ملڪ امريڪا حڪومت کي فوجي اڏا ڇو ڏنا آهن. مون چيو. اهو به توهان ڪنهن حڪومتي ترجمان کان پڇيو. پوءِ هنن چيو ته امام خميني جي باري ۾ توهان جو ڇا خيال آهي. مون چيو هو هڪ مومن هو. هن ملڪ مان سدائين لاءِ بادشاهت جو خاتمو آڻي ڇڏيو. ملڪ تي ايراني جنگ مڙهجڻ جي باوجود به هڻ چونڊن وارو ڪم نه روڪيو ۽ جنگ جي حالت ۾ هوندي به ايران ۾ چونڊن جو عمل جاري رهيو ۽ سامراجي قوتن سان ٽڪر ڪاڏو ۽ ايراني خودمختيار سامراجي رشتن ناتن کان آزاد رياست بڻي ته امام خميني جي ڪري.

ايتري ۾ گائيڊ يونس آيو ته بسون اچي ويون آهن هلو ته توهان کي شهنشاهه ايران جو محل ۽ امام خميني جو گهر ڏيکاري اچون. مان صحافي جوڙي کان موڪلائي بس ۾ وڃي ويهي رهيس. هوٽل ٻاهران قطار ۾ 6 بسون بيٺل هيون. هر بس ۾ 1،2، 3، 4، 5 ۽ 6 جا انگ لکيل هئا. مان بس نمبر 2 ۾ ويهي رهيس. ٺيڪ ڪلاڪ تائين بس تهران شهر جي مختلف روڊن تان گذرندي رهي. هتي جا روڊ ويڪرا، صاف سٿرا ۽ ٻنهي پاسن کان شهتوط جا وڻ لڳل آهن. حيرانگي اها ته ايڏن وڏن وڻن هوندي روڊ ۾ ڦٽ پاڻن کي هڪ شڪل يا سائو پنو به نظر نه آيو. هر روڊ ڪلفٽن ۽ ڊفينس جيان ويڪرو ۽ صاف سٿرو. هر چوڪ تي گلن سان وڏا چوڪور ٺهيل. جنهن ۾ هر رنگ جا گل پيل هئا. هي مُلن جو ملڪ ته لڳوئي نه پئي، حالانڪ هتي هر هنڌ وڏا گائون پاتل مولوي وڏي اڪثريت سان گهمندي نظر آيا ۽ روڊن تي پنڌ هلندي نظر اچي رهيا هئا. اهو سوچيندي بسون بيهي رهيون ۽ چيو ويو ته ايرانا پئليس اچي وئي آهي. اسان هيٺ لٿا سون ۽ شاهه ايران جي محل ۾ داخل ٿياسون گائيڊ ٻڌايو ته هي محل 120 ايڪڙن تي مشتمل زمين تي ٺهيل آهي. هرياتي لاءِ الڳ محل ٺهيل آهن. پهريان ان محل ۾ وياسون جنهن ۾ رضا شاهه پهلوي پاڻ رهندو هيو. هن جي ڪانفرنس روم ۾ پهتاسون جتي سون جو پٽ چڙهيل 20 ڪرسيون پيل هيون ۽ وچ تي ٻاڙهي رنگ جو ايراني هنر جو

شاهڪار قالين وڇايل هئي. اسان مان ڪجهه ماڻهن ڪرسين تي ويهي فوٽو ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته محل جا رکوالا ڀڄندا آيا ۽ انهن کي اٿاري ڇڏيو رڙيون ڪري چوڻ لڳا ته هي پراڻيون ۽ پُٺيون ٿي چڪيون آهن. هي ويهندي ٿي پُري وينديون هي گهر هاڻي ميوزيم آهي. توهان ڏسو ته شهنشاهه جو زوال ڪئين آيو ۽ جتي پکي به پر نه هڻندو هو اُتي الله جي قدرت ڏسو توهان مختلف ملڪن کان آيل ڏاريا ماڻهو ڪئين پيا گهمندا وتو. اسان اُتان نڪري شاهه جي ڊرائنگ روم آياسون. جنهن ۾ ان زماني جا در آمد ڪيل شاندار صوفا پيل هئا. پرسان ڊريسنگ روم هيو. ان ۾ طرح طرح جا سينٽ ۽ عطر پيل هئا. جيڪي شاهه ۽ ان جو خاندان ڀڄڻ وقت ايتري مهلت به نه ملي جو هي عطر جون شيشيون به کڻي سگهن ها. ڪمال وري امام خميني جي انقلابي پاسدارن به ڪيو ته نه ان محل مان ڪو سامان کڻڻ ڏنو ۽ نه ئي ڀڃ ڊاهه ڪرڻ ڏني ۽ ان محل کي عبرتگاهه بڻائي هر شي کي جئين جو تئين ڇڏي ڏنو. شاهه جي ٻئي ڪمري ۾ وياسون جتي قسم قسم جون پراڻيون نيون تلوارون. جن مان ڪجهه تلوارون جا مياڻ به سونا هئا. امام خميني جي انقلابي پاسدارن ڪنهن به حڪومتي وزير يا امير به اها همت نه ڪئي ته اتان ڪا شي کڻي وڃي ها. شاهه جي بيڊ روم ۾ وياسون. جتان درين کي کولڻ تي باغ جو شاندار نظارو نظر آيو جنهن ۾ هر طرح جي ميووي جا وڻ. هر طرح جي رنگ ۽ خوشبو جا گُل لڳل هئا. هي حڪومت گذريل 32 سالن کان ان باغ جي هر وڻ ۽ گل کي به سنڀاليندي اچي. اسان جي ملڪ ۾ ائين ٿئي ها غلم. غاليچا. ڪرسيون. سينٽن جا پتين کي پاڙون پٽي سرسر گادر ٽيٽر کڻي وڃن ها. 1977ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو. پي.اين.اي مولوين جي تحريڪ کان خوفزده ٿي شراب خانن تي پابندي جا لڳائي. ماڻهن شراب جي اسٽورن تي حملو ڪري. بوتلون. رقم هر شئي کڻي ويا.

اسان هن محل مان ٻاهر نڪتاسون تہ 1901ع واري زماني جي شاهہ جي بہ ڏاڍي جي دور جي هڪ ڊگهي جيپ ڇپري اندر بيٺي هئي، جنهن جا ٽائر بہ سلامت ۽ هواپريل ۽ ان جي ائين چند ٿوڪ ٽيل. جڻ شاهہ اندران نڪرندو ۽ اچي هن ۾ ويهندو. اسان پئي سمجهيو تہ ايران ۾ مُلن جي حڪومت آهي. هر شئي تحس نحس ٿيل هوندي پر هي تہ سولائيز (مهذب) مُلا آهن. پنهنجي انقلاب جي نشانين کي بہ ثقافتي ورثي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي.

اتان نڪري باغ ڪراس ڪري شاهہ جي شهزادي آريا مهر جي محل ۾ آياسون. جتي هن جا سونا زيور، ڪپڙا، آرائش زيبائش جو سامان هر شي جئين جو تئين نهيل نڪيل ۽ ڪپڙا هينگر ۾ ٽنگيل. جڻ ڪي شهزادي اندر ڪٿي موجود هجي ۽ ڪپڙا نوڪرن سنواري رکيا هجن. ماٺهن شوق پورو ڪرڻ خاطر ڪپڙن کي ڇهڻ چاهيو تہ رکوالن چيو هي 32 سال پراڻا ڪپڙا آهن. هنن کي هٿ نہ لڳايو. ڏاگ دار ٿيندا تہ ڏوبڙ سان ڦاٽي پوندا.

ان جي پرسان شاهہ جو شاهي مهمان خانو هو. مهمان خاني جي سامهون هوٽل هو جتي مهمانن جي خاطر توازن ڪرڻ لاءِ بندوبست ٿيل هو. مهمان خاني ۾ وياسون. جتي هنن چيو تہ هنن جي ڇت کلي ويندي آهي. چيو تہ کولي ڏکياريون اسان چيو کوليو. هنن هڪ ليور دٻايو ۽ ڇت کلڻ شروع ٿي آهستي آهستي کلندي وئي ۽ آسمان ظاهر ٿي پيو. شاهہ جو اُس ڏسڻ جو خيال ٿيندو هو تہ ڇت کولائي ڇڏيندو هو. ان ئي مهمان خاني جي پهرين ماڙ تي وياسون. جتي هڪ وڏو هال هو. جنهن ۾ شاهہ جون فوجي ورديون ٽنگيل هيون. هو هوائي بري بحري فوجن جو چيف ڪمانڊر بہ هو. تنهن ڪري سيئي ڊريسون تيار هيون. اُتي اچي ڪابہ وردي پائڻ جو موڊ ٿئي تہ ورديون تيار هونديون. يا پنهنجي محل ۾ ويٺي اُتان گهرائي پائيندو هوندو.

اتان ڪان ٿي وري شاهه جي پيڻ ۽ پٽن جي محلن ۾ وياسون، جن ۾ بہ ڪپڙا، سينٽ، جوتا، ڪتاب، رانديڪا جئين جو تئين پيل هئا. گاڏين ۾ رڳو هڪ ئي پراڻي جيپ بيٺل هئي. شاهه وٽ اُن زماني جون مرسڊيز ڪارون هونديون هيون، انهن مان ڪا بہ گاڏي نہ هئي، ٿي سگهي ٿو تہ اهي نيلام ڪري پئسو ملڪ جي ڪاروهنوار ۾ شامل ڪيو هجي. 200 ايڪڙن تي محل جنهن ۾ نوڪرن جا گهر الڳ. پري قطار ۾ هئا. 200 ايڪڙ تي وڏ ۾ وڏ باغ هئا. جن ۾ طرح طرح جا ميووا ۽ خوشبودار رنگ بہ رنگي گل هئا.

اُتان ڪان نڪتاسون تہ شاهه ڪانپوءِ ان درويش جي گهر پهتاسون، جنهن ايڏي وڏي طاقتور شاهه کي نہ رڳو ڀڄائي ڪڍيو، جنهن کي مرڻ ڪانپوءِ بہ ڪٿي پورڻ لاءِ زمين جو ٽڪرو بہ ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو. ان جو گهر ڏسي اسان 33 ملڪن جا مهمان دنگ رهجي وياسون. هڪ ننڍو ڪمرو هڪ ننڍڙو ورانڊو ۽ ورانڊي جي سامهون، ڇهن ڪتن رکڻ جو اڱڻ، هي هيو امام خميني جو محل، چون ٿا تہ انقلاب ڪانپوءِ جڏهن جلاوطني ختم ڪري آيو تہ مرڻ گهڙي تائين ان ئي گهر ۾ رهيل هو. اسان اڄ انتهائون ڏٺيون ۽ واقعي قدرت جڏهن بہ ڪنهن شاهه جو زوال ڪرايو تہ اهو فقير هٿان ئي ٿيو آهي. ننڍڙي گهر ۾ ويهي امام خميني ايران جي سلطان خلاف بغاوت جو علم بلند ڪيو. ان گهر ۾ امام خميني کي گرفتار ڪرڻ وارو فوٽوگراف بہ لڳل هئا. ان وقت امام خميني جي منهن تي خوف يا ڊپ جو ڪو بہ اُهڃاڻ نظر نٿو اچي. بعد ۾ هن کي فرانس جلاوطن ڪيو ويو، جتي جي ننڍڙي ڳوٺ ۾ رهي امام خميني شاهه ايران خلاف تاريخي جدوجهد هلائي ۽ ان ۾ سوڀ حاصل ڪئي.

واپسي تي هڪ وڏي باغ ۾ وني آيا. ٻڌايو تہ هتان ڪان انقلاب جي شروعات ٿي هئي، هتي شاهه جي وفادار فوج گوليون هلائي هزارين ماڻهو شهيد ڪيا هئا. اتي بهترين باغ ناهيو ويو آهي، جتي رنگ برنگي گل ۽ وڻ لڳل، ٻئنچون نهيل. جتي نوجوان جوڙا هٿ هٿ ۾ ڏئي هڪٻئي جي

ڪنن ۾ سرپات ڪري. پيار پر ڪڻ جا وچن ڪري رهيا هئا. هتي مونکي مُلن جو ملڪ نظر نہ آيو. جتي پيار تي پهرا هجن ۽ پيار ڪرڻ وارن کي سنگسار ڪيو وڃي. مون گائيڊ کان پڇيو هي جوڙا شادي شده آهن. هن چيو تہ هتي اُهي غير شادي شده جوڙا ايندا آهن. پيار جا وچن ڪري گڏ گهمي هڪبئي کي پرکي سمجهي پوءِ شادي ڪندا آهن. تنهن ڪري هتي ان قسم جي ڪابہ پابندي نہ آهي. اسان 2:00 وڳي وري واپس هوٽل پر شيين انقلاب موٽي آياسون.

شام جو 5:00 وڳي اسان سڀ هيٺ لهي لابي ۾ آياسون. جتي اسان کي ڪاڦو چانهہ پيش ڪئي وئي. جنهن جي پيئڻ جو طريقو سمجهہ ۾ نہ آيو. ڦڪي چانهہ ۽ کنڊ ننڍڙيون ڳوڙهيون پيل هيون. جن کي وات ۾ رکي چانهہ سُرڪ پرٽي پئي ٿي. ان خفي سبب مان چانهہ کي هٿ ئي نہ لاٿو. اسان جي ملڪ ۾ چانهہ مناڻ جي ڪري پيئندا آهيون. ٺيڪ 6 وڳي اسان کي بس ۾ ويهاريو ويو چيو ويو تہ اسلامي جمهوريہ ايران جو صدر احمد ينجاد صاحب اسان سان ملندو. ان جي رهائشگاهہ ڏانهن 6 بسن ۾ سوار ٿي 33 ملڪن مان آيل مهمانن سان گڏ جي روانہ ٿياسون. بسون مختلف روڊن تان هلنديون رهيون. روڊن تي عورتون ڪارون هلائيندي نظر آيون. هتي شاهہ جي دور ۾ ئي شايد پينٽ ڪلچر ٿي وئي هئي، جنهن کي مولوي انقلاب ڪانپوءِ بہ بدلائي نہ سگهيا. مولوي پاڻ بہ پنهنجي عورتن سميت پينٽ پائي پيا گهمن. عورتن کي بس منهُ اگهاڙو ڪرڻ جي اجازت نہ آهي. هوٽل ۾ مئنيجر کان بئري تائين هتي هر ملازمت ۾ عورت موجود آهي. عورت گهر ۾ ماني پچائڻ کانسواءِ سڀ ڪم ڪري ٿي بس نٿي ڪري تہ رڌڻ جو ڪم نٿي ڪري. اهو مرد کي ڪرڻو آهي، هوٽل تان آڻي يا پاڻ پچائي. عورت کي بس ڪاڻو آهي. بسون پوليس ڪارن جي ڪاروان ۾ مختلف روڊن تان هلنديون رهيون. هتي مونکي ڪافي هنڌن تي روڊن تي هلندي ائين محسوس ٿي رهيو هو تہ جڄ ڪنهن يورپي شهر ۾ هجون. يورپ جا روڊ وسنديون وڻن سان ڍڪيل

هوندا آهن ۽ چوراهن تي مختلف قسم ۽ رنگارنگي گلن جا چوڪور ٿهيل هوندا آهن. تهران بہ ائين وڻن ۽ گلن جو شهر نظر آيو. عمارتي اڏاوت لاءِ پهريان لوهي فريم ناهيو ٿو وڃي ۽ پوءِ ان مٿان اوساري ڪئي وڃي ٿي. عمارت جي هيٺ بنياد ۾ بئرنگ رکيا ٿا وڃن. اهو ان ڪري جو هي شهر زلزلن جو مرڪز رهيو آهي. لوهي فريم لڳائي ان ۾ بئرنگ وجهي (Flexibility) آرام سان لوڏو برداشت ڪرڻ جي سگهہ پيدا ڪئي وڃي ٿي. هتي بلڊنگ ڪنٽرول اٿارٽي مضبوط نظر آئي. مونکي لوهي فريم کانسواءِ ڪنهن عمارت جي اوساري ٿيندي نظر نہ آئي.

اسان ساڍين 6 وڳي صدر صاحب جي رهائش وٽ پهتاسون. پر پوءِ اتان پنڌ هلڻ کانپوءِ پتو پيو تہ حفاظتي اپائن سبب اسان کي بہ ڪلوميٽر پري لاهي. هڪ لوهي گرل مان قطار ۾ هلڻ لاءِ چيو ويو. روڊ تي هنڌ هنڌ رڪاوٽون وڌل هيون. ائين جئين اسان جي ملڪ جي صدر، وزير اعظم ۽ وڏن وزيرن جي گهرن ڏانهن ويندڙ روڊن تي آهن. مختلف هنڌن تي اسڪرين مشين مان گذاريو ويو. اسان لفٽ کي چڙهي ڏاڪڻ تي صدر جي وقع ڪانفرنس هال تائين پيادل هلياسون ۽ اڳئين سيٽن تي وڃي ويهي رهياسون. مونسان گڏ لاهور جو رانا ثميراز ۽ چوڌهري اطهر ۽ بہ ٻيا لاهوري هئا. باقي يار محمد شاهہ عمار ياسر شاهہ ۽ پير شهاب الدين شاهہ آهستي هلڻ ڪري دير سان پهتا. اُهي قطارن ۾ وينا هئا ڪجهہ حيدرآباد جا ٻيا بہ همراهہ هئا. اهي وري آخر ۾ وينل هئا. پوڻين 7 وڳي ايراني انگريزي واري گائيڊ اسان وٽ اچي ۽ اسان کي چيو تہ توهان کي هي سيٽون ليڊيز لاءِ خالي ڪرڻيون پونديون. اسان چيو. هتي ڪٿي اهو لکيل آهي تہ هي سيٽون ليڊيز لاءِ آهن. ائين ڪري اسان جي توهين ٿي ڪرين. ان دوران هنن جو سئنير آفيسر آيو. هن کي بہ مئلم چيو تہ هي سيٽون خالي نٿا ڪن. هو ڪو سلجهيل آفيسر هو. مئلم کي چيائين هي تون غلط ٿي ڪرين. ائين توکي ڪرڻو هو تہ اسان کي پهريان

درخواست ڏين ها. هاڻ مهمان نہ مچراءِ ۽ پروگرام خراب نہ ڪر، جيڪي جتي آهن، انهن کي اُتي ئي ويهڻ ڏيو.

ٺيڪ 7 وڳي اسلامي جمهوريہ ايران جو صدر آيو تہ صلوات جي بُلند آواز ۾ هن جي آجيان ڪئي وئي، صدر صاحب پورپُني قدجو ٺاءِ، بنا ڪارو فل سوٽ، اڇي قميص پاتل، ڏاڙهي مشين تي نهيل، هو هٿ مٿي ڪري سيني مهمانن جي نعرن ۽ صلوات جا جواب ڏيندو وچي عام مهمانن جي وچ ۾ خالي ڇڏيل سيٽ تي ويهي رهيو، هڪدم اسٽيج سيڪريٽري آيو ۽ پروگرام جي شروعات قرآن پاڪ جي تلاوت سان شروعات ڪئي. هو فارسي ڳالهائي رهيو هو. اسان کي ترجمو ٻڌڻ وارا اوزار ڏنا هئا. جيڪو فارسي لهجي واري انگريزي ۾ ترجمي ذريعي تقريرون سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا رهياسون. تلاوت بعد سڀ کان پهريان رومانيہ جي مسلمان مئدم نصرت پروين کي سڏيو ويو. هن انگريزي ۾ چيو تہ اڄ مونکي ان وقت ڏاڍو ڏک ٿيو جڏهن انقلاب برپا ڪندڙ امام خميني جو مون گهر ڏٺو. ايڏو وڏو ماڻهو ايتري ننڍڙي گهر ۾ رهندو هو ۽ ان گهر مان هن کي هڪ محل ۾ وينل شاھ کي تخت تاج سميت اڏائي ان جي گهر کي ميوزيم ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. ان کانپوءِ فلسطين، اردن ۽ ترڪي سان تعلق رکندڙ مهمانن کي سڏيو ويو. مون هندستاني گائيڊ کي پنهنجو نالو لکي ڏنو تہ هو اسٽيج سيڪريٽري کي ڏئي هن جتي پڙهي جنهن ۾ منهنجي نالي سان گڏ پاڪستان ڏسي چٽي اڇلائي ڇڏي. مونکي ڪاوڙ ڏاڍي لڳي جئين باهريون ملڪ ۽ ملڪ جو صدر موجود هو اُتي ڪجهہ چوڻ اڪڻ مناسب نہ لڳو. هو نئين پاڪستان سرڪار جي آمريڪا نواز پاليسن مان ايراني سرڪار خوش نظر نہ آئي. آمريڪا طرفان ايران تي جيڪي اقتصادي پابنديون لڳل آهن، ان تي عمل ڪرڻ وارن ملڪن ۾ اسان جو پيارو پاڪستان بہ شامل آهي، هندستان بئي پاسا وهي تو پنهنجي ساک بہ بچائي وينو آهي، ان بعد اسٽيج سيڪريٽري اسلامي جمهوريہ ايران جي صدر جي خطاب جو

اعلان ڪيو. جنهن تي سمورا مهمان اُٿي بيٺا زوردار نعرا هنيان. امام خميني زنده باد. اسلامي جمهوريه ايران زنده باد.

ان کان پهريان. ايران جو قومي ترانو سلائيڊ ذريعي ڏيکاريو ويو جنهن ۾ امام خميني جي آمد کان اڳ جلوسن تي ايراني شاه پرست فوج ۽ پوليس جون هلايل گولين کان ويندي انقلاب ايران جي مڪمل ٿيڻ ۽ ايران عراق جنگ جي خاتمي تائين جي تصويري فلم ڏيکاري وئي ۽ تراني جي پڄاڙي تي ۽ شهيدن کي هڪبئي پنيان آسمان ڏانهن اڏامندي ڏيکاريو ويو.

اسلامي جمهوريه ايران جي صدر جناب احمد ينجاد خطاب ۾ آيل مهمانن جا ٿورا مڃيا. جن ايراني سرڪار جي دعوت قبول ڪندي انقلابي اڳواڻ امام خميني جي 22 هين ورسي ۾ شرڪت لاءِ پهتا آهن. هن چيو ته هڪ شيطان (آمريڪا) سڄي دنيا جي مظلوم انسانن جو خون چوسي رهيو آهي، هو سرمائيدار دنيا کي مظبوط بڻائڻ لاءِ دهشتگردي جي بهاني توسيع پسنديءَ واري پاليسي تي عمل ڪري رهيو آهي، اسان کي يقين آهي ته جئين مارڪس نظريئي جي شڪست تي ۽ خاتمو ٿيو. ائين سرمائيداري دنيا جو به خاتمو ٿيندو. هن چيو ته اسان جا برادر (مسلم) ملڪ سعودي عرب ۽ پاڪستان به آمريڪا جي ڪٺپتلي جو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. جنهن تي اسان کي ڏاڍو افسوس آهي، آمريڪا کي مصر ۾ ته ماڻهن جي جدوجهد تي تڪليف ٿي، پر اهو لبيا، يمن ۽ بحرين جي عوامي جدوجهد تي نه رڳو خاموش آهي، پر انهن حڪومتن جي مدد ڪري رهيو آهي. اُهي حڪمران جيڪي ٿورائي ۾ آهن ۽ عوام جي اڪثريت جي مرضيءَ خلاف عوام مٿان پنهنجي بادشاهت کي ٿاپيو وينا آهن. انهن جو حشر به شهنشاه ايران وارو ٿيندو، جنهن کي دنيا جو ڪو به ملڪ قبر لاءِ اڌائي گز زمين ڏيڻ لاءِ به تيار نه هو. اسان هاڻ مستحڪم ٿي چُڪا آهيون ۽ هاڻ دنيا ۾ جتي به ڪو اسلامي ملڪ سامراجي پرماريت ۽ بادشاهت خلاف جنگ ڪندو ته اسان هن

جي ڪلم ڪلا حمايت ڪنداسون. هن چيو تہ آمريڪا کي عراق، افغانستان ۽ پاڪستان مان ويڙهو پوندو، ڇو تہ انهن ملڪن جو عوام آمريڪا سان سخت نفرت ٿو ڪري. اسان کي يقين آهي تہ سامراجيت ۽ سرمائيداري نظام جو ضرور خاتمو ايندو. ان جي ڇيلهہ ڇبي ٿي رهي آهي ۽ هاڻ آمريڪا گهڻي دير جهلي نہ سگهندو. هو تقرير ختم ڪرڻ بعد جنهن دروازي مان آيو هو ان مان واپس هليو ويو. اسان واپس بسن ۾ سوار ٿي هوٽل پرشين انقلاب پهتاسون.

رات جو اسلامي جمهوريہ ايران جي صدر جناب احمد ينجاد جي تقرير ٻڌي واپس هوٽل پرشين انقلاب تي پهتاسون ۽ فرسٽ فلور تي مڇي ڪباب چُلو مليا. مڇي ڏاڍي زبردست نهيل هئي. ايراني مرچ تہ مور نہ وجهن. مڇي ڪباب ايترو لذيذ ڇو آهي، مان ڪافي دير تائين سوچيندو رهيس. ان دوران حيدرآباد جو دوست ڊاڪٽر مختيار جعفري اچي ويو. هن مونکان پڇيو ڇا آهي، مون چيو مڇي ڪباب چُلو. هن بہ اُهوئي گهرايو. مان ڊاڪٽر کان پڇيو. ڊاڪٽر صاحب هي يار تہ مرچ استعمال ئي نٿا ڪن ۽ مرچ کان سواءِ تہ ٻوڙ ۾ چس ناهي هوندي. هي مڇي جو ڪباب ايڏو چسائتو ڇو آهي. ڊاڪٽر هتي زيارتن تي گهڻو ايندڙ آهي. هن چيو تہ هي ادرڪ، ٿوم ۽ ٻيا مصالا استعمال ڪندا آهن. جنهن سبب ٻوڙ ڪباب ۾ چس پيدا ٿيندي آهي.

اسان ماني کائي هيٺ لابي ۾ لهي آياسين. جتي سيد يار محمد شاهہ. ان جو فرزند سيد عمار ياسر شاهہ ۽ پير شهاب الدين شاهہ لابي ۾ ويٺا هئا. هنن چيو تہ صبح جو هلو تہ بيبي شهربانو جي مزار، شاهہ عبدلعظيم بن امام موسيٰ ڪاظم ۽ ٻين زيارتن تان ٿي اچي. سيد يار محمد شاهہ چيو، ترسو تہ مان گائيڊ کان پڇي اچان. مان شاهہ صاحب کي روڪيو تہ توهان هن کان نہ پڇو تہ بهتر آهي. توهان پڇندا تہ هو هندستاني متعصب ماڻهو آهن. اسان کي پاڪستاني سمجهي بي سبب تنگ ڪندا ٿا رهن. توهان هن کان اجازت وٺندا. هو ڪو نہ ڪو سبب

ڪڏي ونندو ۽ نڪرڻ نه ڏيندو. هڪ ته اسان سرڪاري مهمان آهيون ۽ ان سبب ڪري پروٽوڪول ۾ ڦاٿا پيا آهيون. گهمي نٿا سگهون.

ايتري ۾ سيد يار محمد شاهه موٽي آيو ۽ چيو ته هو چوي ٿو ائين ڪاڏي به نه وڃون. ايراني سرڪار ناراض ٿيندي. مان شاهه صاحب کي چيو پڇ ته ها ته ٿي اچون ها. پوءِ مان يار محمد شاهه. شهاب الدين شاهه ۽ ڊاڪٽر مختيار جعفري کان پڇيو. جينوٽيڪ منهنجي ڄاڻ آهي ته بيبي شهربانو. ان وقت جي ايراني نسراني مذهب سان تعلق رکندڙ ايراني بادشاهه جي نياڻي هئي جنهن مولا علي جي ايران کي فتح ڪرڻ وقت. بيبي شهربانو امام حسين ابن علي کي هار پارائي شادي جي خواهش ڪئي هئي. شادي ٿيڻ بعد بيبي شهربانو کي هڪ ئي اولاد ٿي اهو هو علي ابن حسين (امام زين العابدين) جنهن جي پيدائش جي نائين ڏينهن تي مديني ۾ ئي وفات ڪري وئي هئي ۽ ان جي تدفين به جنت البقي ۾ ٿي هئي. هتي بيبي شهربانو جي مزار ڪئين ٿي؟ ان تي هنن به منهنجي ڳالهه جي تائيد ڪئي ۽ يار محمد شاهه چيو. شر صاحب گهڻو کوجنا ۾ نه وڃون بس ثواب خاطر زيارتون ڪيو. مون چيو اُهو ته صحيح آهي پر زيارت صحيح به هجي نه. هتي ته سنڌ وارو ڪم لڳو پيو آهي. جنهن کي جتي آيو آهي اُتي مزار ۽ پير ٺاهي ويهي رهيا آهن. يار محمد شاهه ٿوري دير تائين مونکي گهوري ڏسندو رهيو ۽ چيو ڪجهه نه شايد اِهو جائزو وٺندو هجي ته هي همراهه ڪهڙي سوچ جو آهي. ڪهڙو نظريو ٿو رکي. ايتري ۾ گائيڊ ڊاڪٽر يونس آيو. چيائين سڀاڻي 12 وڳي هتان کان تهران يونيورسٽي هلبو جتي جمعي نماز پڙهبي. توهان نيڪ 12 وڳي لابي ۾ موجود هججو. هي اعلان ائين پيا ڪن. جڻين اسان ڪي قيدي هجون ۽ هنن کي حڪم ٻڌائڻو آهي ۽ اسان کي ڪنڌ هيٺ ڪري قبول ڪرڻو آهي. مان يار محمد شاهه کي چيو هاڻ اسان 12 وڳي تائين هوٽل ۾ ويهي ڇا ڪنداسون يلا فردوسي بازار ويجهي آهي هلو ته اُتي گهمڻ هلون يا هتان جي ميٽرو ٽرين ۾ چڪر لڳايون. يار محمد شاهه چيو شر

صاحب سياڻي جمعو آهي ۽ هي هفتوار موڪل آهي. جو ڇنڇر تي به امام خميني جي ورسي جي سلسلي ۾ موڪل آهي. تنهن ڪري 5 جون تائين هتي ڪابه بازار ناهي کلڻي. بس زيارتون ئي ڪري ٿا سگهون.

مان هنن يارن کان موڪلائي فردوسي واري روڊ سان واڪ ڪرڻ لاءِ نڪري ويس ڏهين وڳي کانپوءِ هتي سموريون بازارون رات جو 8 وڳي بند ٿي وينديون آهن. جوس ۽ برگر وارا ڏهين وڳي تائين هوندا آهن. مان ڏهين وڳي نڪتس ته شهر تي جڻ راڪاس ڦريل هو. ڪٿي ايڪڙ ٻيڪڙ جوڙا بازار مان گذرندي نظر آيا پئي. هتي موٽر سائيڪل، ٽيڪسي به عام جام نظر آئي. عورتون به ٽيڪسي موٽر سائيڪل تي گهوڙي لانگ ٿي ويندي نظر آيون. هتي عورتون اسان جي ملڪ جيان موٽر سائيڪل تي پاسيريون ويهڻ بدران گهوڙي لانگ ٿي ويهن ٿيون. مطلب ته مٿي تي رومال نه هجي ته هي ملڪ يورپ جهڙو ئي آهي. پوري عرصي ۾ مان کي ڪو فقير پنندي نظر نه آيو. پر اڄ رات هڪ عورت هٿ ۾ اسپتال جي پرچي جهلي هر گذرندڙ ڏي آئي ڪاغذ وڌائي، مدد، مدد چئي پئي. مان ايراني 500 ريال هن کي ڏنا ته هن ڏاڍا ٿوراڻتي انداز ۾ نهاريو ۽ انتهائي شرمساري محسوس ڪري رهي هئي. مان بازار سنسان هجڻ سبب ۽ پرڏيهي هجڻ جي ڪري پاسپورٽ به ساڻ نه هجڻ ۽ اهو هوٽل وارن وٽ جمع هجڻ ڪري خوف سبب واپس موٽي اچي هوٽل ۾ سمهي رهيس.

3 جون 2011 صبح جو مان 9 وڳي ننڊ مان اٿس تڙ تڪڙ ۾ هٿ منهن ڌوئي ناشتو ڪرڻ هيٺ فرسٽ فلور تي پهچي ويس. جتي هڪ افغاني ايراني سان فارسيءَ ۾ ڳالهائي رهيو هو. هو بار بار مون ڏانهن ڏسي رهيا هئا. مون سمجهيو اهو پاڙيتو قوم جو پاڙيتو شهري پاڪستان تي تنقيد ڪري رهيو هوندو. مان پنهنجو ناشتو ڪندو رهيس. هتي پاڪستان جو Image ڏاڍو خراب نظر آيو. جنهن ڪري پاڪستانين کي هو آمريڪي يار سمجهي لفٽ ئي نه پيا ڪرائين. مان نيرن ڪري

هيٺ لابي ۾ لهي آيس تہ بہ انٽيليجنس جا آفيسر مون وٽ آيا. جيڪي پهرين ڏينهن کان اسان پرڏيهي مهمانن جي نگرانيءَ تي معمور ٿيل هئا. انهن مان هڪ چيو تہ توهان کي انگريزي اچي ٿي. مون چيو ها اچي ٿي. موبائيل فون اڳيان ڪندي چيو تہ انٽرويو ڏي. مون چيو تون صحافي نہ آهين. انٽيليجنس جو آفيسر آهين هي تنهنجو طريقو بلڪل غلط ۽ حراسمينٽ وارو آهي. ان تي هو پريشان ٿي ويو ۽ سينئر آفيسر کي فارسي ۾ ڪجهہ چيو. هن چيس تہ نهيو ڇڏينس. هو معذرت ڪري هليا ويا. مونکي اهو بہ خراب لڳو تہ انڊين ۾ ٻئي ڪنهن بہ ملڪ جي مهمان جو ايڏو پيڇو نہ ٿا ڪن. جيترو اسان جو پيڇو ڪري رهيا آهن. هن حڪومت کي پاڪستاني عوام کي حڪومت جو ايجنٽ سمجهڻ. هنن اسلامي جمهوريہ ايران جي حڪومت جي ڪيڏي نہ پُل آهي. جڏهن بہ آمريڪي سامراجي حڪومت ايران خلاف ڪو اهڙو قدم کنيون ۽ پابنديون لڳايون تہ ان عمل جي وڏ ۾ وڏ مزاحمت پاڪستاني عوام ڪئي آهي. ايراني انقلابي حڪومت کي مستحڪم ڪرڻ واري عمل ۾ اسان اڳڀرا رهيا آهيون. سنڌ جا ماڻهو تہ سدائين سامراج مخالف. انقلابي سوچ وارا رهيا آهن. وڏي ۾ وڏي آمدني بہ سنڌ ۽ پاڪستان جي عوام جي ذريعي ايران کي ٿيندي رهي ٿي. هر مهيني هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو زيارت لاءِ ايران ويندا ٿا رهن. پارٽ صرف چالاڪي ۽ منافقي واري پاليسي تي عمل ڪندي ڪڏهن گئس لائين جو ناهہ ڪندو آهي تہ ڪڏهن ڪو ٻيو. ظاهر آهي تہ گئس جي پائيپ لائين پاڪستان مان گذرندي پاڪستان مخالفت دشمني جي بنياد تي ڪندو. هندستان جا ايران وٽ نمبر نهندا ٿا رهن ۽ ايران تي لڳل بين الاقوامي پابندي واري عمل کان بہ بچي ٿو وڃي. اسان کي حيرت ايراني حڪومت جي پاڪستان عوام دشمن پاليسي تي آهي. هو سعودي حڪومت جيان اسان جي عقيدت ۽ مجبوري جو فائدو وٺي تذليل وارو ورتاءُ ڪندا ٿا رهن. ان لاءِ اسان نہ پر اسان جا سامراج نواز حڪمران ۽ پاليسي ساز

ادارا ذميوار آهن. سڄي دنيا ۾ هاڻ پاڪستان جو Image ڪٿي سنو نہ رهيو آهي. يا اسامہ بن لادن يا ريمنڊ ڊيوس ڪان قصاص جا ڪروڙين رپيا وٺي عالمي شهرت ڪمائي چڪو آهي. مان هن وقت تائين دنيا جي ڇئن پنجن ملڪن مان گهمي آيو آهيان. پاڪستان کي ڪاٿي بہ سٺي نظر سان نٿو ڏٺو وڃي دهشگردي. ماراماري ان جي سڃاڻپ بڻجي چڪي آهي.

اڄ جمعو هجڻ سبب بازارون شهر بند هجڻ ڪري ڪاڏي بہ نہ وڃي سگهياسون. بيا ڪوڙ همراهہ شاهہ عبدالعظيم الدين ۽ بيبي شهربانو جي مزارن تان زيارتون ڪري آيا. اسان يارمحمد شاهہ جي اجازت واري معاملي سبب ڦاٿل رهياسون. 12 وڳي بسون لڳي ويون. اسان کي بسن ۾ ويهڻ لاءِ چيو ويو. تهران يونيورسٽي ۾ جمعي نماز پڙهڻي هئي. اسان کي اڄ بس نمبر 2 ملي. جنهن جو گائيڊ ايراني آهي. هو اسان کي بار بار سمجهائيندو رهيو تہ واپسي تي بس نمبر 2 نہ وسارجو. جئين پرائمري جي ٻارن کان سبق پڙهائبو آهي. تئين هو اسان کي سمجهائيندو ۽ پڙهائيندو رهيو. اسان هڪ وڳي تحران يونيورسٽي پهتاسون. اسان کي پرڏيهي مهمان هجڻ سبب گيٽ نمبر 1 مان اندر هلڻ لاءِ چيو ويو. جتي اسڪريننگ مشينون لڳل هيون ۽ سخت حفاظتي انتظام ٿيل هئا. اسڪريننگ مشين مان گذرڻ جي باوجود جسم جي تلاشي بہ ورتي وئي اسان اڳين صفن ۾ وڃي ويهاسون. جتي حُجَتُ الله صديقي خطبو پڙهيو. خطبو سمجهڻ لاءِ اسان کي ترجمو ٻڌڻ وارو ڪَنَ ۾ لڳائڻ جا اوزار ڏنا ويا. ترجمو ڪندڙ جي انگريزي پوري پُني هجڻ سبب صحيح طرح سان ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو. ايترو سمجهہ ۾ آيو تہ آمريڪا جيڪو وڏو شيطان آهي. اُهو لبيا. سعودي. بحرين ۽ يمن ۾ هلندڙ عوامي تحريڪن تي حڪمرانن جي ڳجهي مدد ڪري تحريڪ کي چيپاڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. اسان انهن ملڪن ۾ هلندڙ عوامي جدوجهد جي حمايت ڪريون ٿا ۽ انشاالله اُتي تمام جلد اسلامي انقلاب برپا

ٿيندا. جتي بہ اسلامي انقلاب لاءِ هلچل هلندي ايران ان جي حمايت ۽ ڀرپور مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهي. هڪ وڏو ميدان هو، جنهن ۾ لکين ماڻهو جمعي نماز پڙهڻ لاءِ گڏ ٿيل هئا. اهو ميدان لوهي چادرن سان ڍڪيل هو هتي يا تہ لوهہ جا گهڻا ذخيرا آهن يا ٻيو ڪجهہ فلائي اوور پلون بہ لوهہ جون ٺهيل آهن. هن تحران يونيورسٽي مسجد ۾ جتي لکين ڏيهي پرڏيهي مرد ۽ عورتون نماز پڙهڻ لاءِ ڪٺي هئا. اتي ڳجها ادارا بہ ايتري ئي تعداد ۾ چوڪس نظر آيا. جمعي نماز پڙهڻ بعد ٻيپهري جي نماز پڙهي، پيش امام هليو ويو. هونئين شيعا فڪر ۾ جمعي نماز پڙهڻ بعد ٻيپهري ۽ ٽيپهري جون نمازون گڏ پڙهيون وينديون آهن. پر هن ۾ پرڏيهي اهل سنت سان تعلق رکندڙ مهمانن جو بہ وڏو تعداد نماز ۾ موجود هو. شايد ان ڪري اهل سنت وارو طريقو اختيار ڪيو ويو.

اسان جمعي نماز پڙهڻ بعد واپس هوٽل پرشين انقلاب تي موٽي آياسون، مان يارمحمد شاهہ شهاب الدين شاهہ عمار ياسر شاهہ ۽ ڊاڪٽر مختيار جعفري هڪ ئي ٽيبل تي منجهند جي ماني کائڻ لاءِ ويناسين، مان يار محمد شاهہ کي چيو سڀ گهمي ڦري آيا. توهان اسان سان پناڻ واري ڪاروائي ڪئي، هن چيو اُهو ڪئين مان تصوير ڏيکاريو تہ ماڻهو هڪ دعوت ۾ آيا ويا پئي، پناڻ چوڪيدار دروازي تي بيٺو هو مون جهڙي غريب وچي پناڻ کانپڇيو تہ خان صاحب مان اندر وڃان. پناڻ ٻانهہ کان پڪڙي چيو خوچہ تون اندر نہ ويندي غڙيب عوام چيو. خان صاحب پيا جو وڃن ٿا. خان صاحب چيو خوچہ اهي مونکان پڇن تہ ڪونہ ٿا. شاهہ صاحب نہ هندستاني گائيڊ کان پڇي نہ ها تہ ٻين جيان اسان بہ ٿي سگهي ٿو گهمي ڦري اچون ها.

شام جو اسان کي رات جي ماني وقت چيو ويو تہ صبح جو انين وڳي تيار ٿي لابي ۾ موجود هجون جو امام خميني جي ورسي ۾ شرڪت لاءِ هلڻو آهي، ماني کائي فردوسي مارڪيٽ ۽ بازار طرف چهل قدمي ڪرڻ ويس. موڪل هجڻ سبب بازارون بند هيون، روڊ سنسان هئا. روڊن

تي ايڪڙ ٻيڪڙ گاڏيون هلنديون آهن. بڌڻ ۾ آيو تہ ايراني موڪل واري ڏينهن پاڻ سان کاڌا کڻي ٻاهر کليل ميدانن ۾ ڊنڊن تي وڇي چادرون وڇائي آرام ڪندا آهن. هتي نهري نظام نہ آهن جو گرمي ۾ اسان جي ملڪ جيان واهن تي وڃي پڪنڪ ملهائين. يا وري شهيد ۽ قم. معصوم قم ۽ امام علي رضا ابن موسيٰ رضا جي زيارتن تي هليا ويندا آهن. مان چهل قدمي ڪري لابي ۾ اچي چانهہ پيتي اُتي تي چار هندستاني وينا هئا. مونکي سلوار قميض ۾ ڏسي چيو پاڪستاني. مان هائو ڪار ڪئي. ان تي هنن چيو تہ توهان جي ملڪ ۾ تہ حالتون ڏاڍيون خراب آهن. مان هنن کي جواب ڏنو تہ توهان جي ملڪ جيتريون خراب نہ آهن. توهان جي ملڪ مان تازو ئي آيو آهيان. اسان جي جئپور ۾ هوندي. مسلمان پوليس آفيسر قول محمد کي زندهہ ساڙي ماريو ويو. هنڌو پوليس آفيسر خاموش تماشائي بڻجي ڏسندا رهيا ۽ مسلمان پوليس آفيسر کي بچائڻ لاءِ هوا ۾ بہ گولي فائر نہ ڪئي. اجمير ۾ وياسون تہ زيارتين جي ڪيسا پٽ لڳي پئي هئي اُتي بيٺل داداگير زيارتين کان پڙ ۽ تبرڪ جا مرضيءَ موجب پئسا وني ڦري رهيا هئا. ڪوئي پڇڻ وارو نہ هو. دهلي ۾ پائيوارن نيڪيدار کي مٿي بلڊنگ تي وني ڌڪو ڏئي ماري ڇڏيو. اسان وٽ تہ اهڙي صورتحال نہ آهي. باقي جيڪي بہ حالتون آهن توهان جو ملڪ آمريڪا سان ملي ڪري خراب ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. بهرحال اسان جو ملڪ مستحڪم آهي. هندستان کي منهن ڏيڻ جي صلاحيت اج بہ رکي ٿو. اهو بڌڻ تي همراهہ ٽڙپکڙ ٿي ويا ۽ وري مونسان ڳالهائڻ جي ڪڏهن بہ ڪوشش نہ ڪئي. ايتري ۾ يار محمد شاهہ ۽ سندس فرزند عمار ياسر شاهہ. شهاب الدين شاهہ ۽ ڊاڪٽر مختيار جعفري وارا بہ اچي ويا ۽ لابي ۾ گڏ ايراني ڪهوہ چانهہ پيتي سين. مان چيو هنن صبح 7 جو 8 وڳي تيار ٿي لابي ۾ اچڻ لاءِ چيو آهي. شهاب الدين شاهہ چيو ورسي بن ڪلاڪن ۾ مڪمل ٿي ويندي. پاڻ واپس شاهہ عبدالعظيم ابن موسيٰ راضا ۽ بيبي شهربانو جي زيارتن تي هلنداسون.

جينوٽيڪ شر صاحب کي بيبي شهربانو جي مزار هئڻ تي اختلاف سان اسان بہ سهمت آهيون. پر نالي ٿيل آهي سو مزار تي هلنداسون مان چيو ان شرط سان تہ يار محمد شاهہ پناڻ کان پڇندو نہ تہ اسان اندر ويجون يا نہ. ان تي سيني هڪ آواز ٿي چيو نہ هرگز نہ. بنا پڇڻ جي هليو هلڻو آهي. اُتان اٿي هر ڪو ڪمرن ۾ سمهڻ هليو ويو.

صبح جو 7 وڳي اُٿياسون. تيار ٿي هيٺ نيرن ڪرڻ ويجي لابي ۾ امام خميني جي ورسي ۾ شرڪت لاءِ بسن ۾ ويهڻ جو اعلان ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳاسون. ايراني وقت جا پابند آهن. نيڪ 8 وڳي بسن ۾ ويهڻ جو اعلان ٿيو. اسان 2 نمبر بس ۾ ويناسون. بس مختلف رستن کان ڏيڍ ڪلاڪ جو سفر ڪري امام خميني جي مزار تي پهتي. جتي وڏي تعداد ۾ بسن جون قطارون هيون. ايراني عوام امام خميني سان وڏي عقيدت ٿو رکي. انهن جي بسن کي مزار کان بہ ميل پري بيهاريو ويو. لکن جي تعداد ۾ مرد ۽ عورتون پيادل مارچ ڪندا ويجي رهيا هئا. اسان پرڏيهي مهمانن جي بسن کي پهريان تہ انقلابي پاسدارن روڪي ڇڏيو. انهن جي اڳيان اسان سان گڏ پوليس ۽ انٽيليجنس آفيسرن جي دال نہ پئي گهري. اُهي بہ چُپ ڪري بيٺا ۽ پاسدارن جي ڪمانڊر سان رابطو ڪيو. جنهن کان حڪم ملڻ بعد اسان جي بسن کي اندر ڇڏيو ويو. اتان کان بہ مزار تائين پهچڻ جو رستو 3 ڪلو ميٽر هو. اسان ڏٺو تہ ايراني مرد ۽ عورتون جهنڊا ساڻ ڪري ماتم ڪندا مزار طرف ويجي رهيا هئا. هڪ ڪفن پوشن جي وڏي قطار نظر آئي. جن پاڻ کي قطار ۾ هڪ ٻئي رسي ۾ ٻڌي ڇڏيو هو. اُهي ماتم ڪندا. فوجي پريڊ وانگر قدم اڳتي پوئتي ڪٽندا نوحي خواني ڪندا مزار طرف ويجي رهيا هئا. اسان کي مزار جي دروازي تي لاٿو ويو. 200 ايڪڙن تي مشتمل زمين تي چوطرف چوڪندي صورت ۾ عمارت ۽ امام خميني جو روضو ٺهيل آهي. ان عمارت کي اسلامي تعليمات جي پي.ايچ.ڊي ڏيڻ واري يونيورسٽي قائم ٿيل آهي. مزار زير تعمير آهي ۽ اندر هڪ وڏو ميدان جيڪو 50 ايڪڙن تي

هوندو. سچو لوهي چادر سان ڍڪيل آهي ان جي هيٺيان پرڏيهي ماڻهن جي ويهڻ لاءِ ڪرسيون ۽ ايرانين لاءِ فرشي نشست هئي. لکين ماڻهن جي اجتماع کي رضاڪار پاڻي به پياري رهيا هئا. جي پاڻي پيارڻ جو ايڏو سنو بندوبست نه هجي ها ته هيڏي وڏي اجتماع ۾ سنوين ماڻهن جي گهٽجي ۽ اُڃ وگهي مرڻ جا امڪان موجود هئا. اسان کي هتي به مختلف اسڪريننگ مشين مان گذري جلسي گاهه ۾ پهتاسون ته امام خميني جو پوٽو تقرير ڪري رهيو هو. ان جي تقرير ختم ٿيڻ بعد امام خميني جي جاءِ تي مقرر امام خامنائي آيا. ماڻهن اُٿي بيهي نعرن جي گونج ۾ هن جو شاندار استقبال ڪيو. هن هٿ لوڏي ماڻهن جي نعرن جا جواب ڏنا ۽ پوءِ تقرير شروع ڪئي هتي به اسان کي ترجمي وارا انسٽرومينٽ ڏنا ويا. امام خامنائي جيڪو هن وقت ايران سميت سڄي شيعا مسلمانن جو روحاني پيشوا اڳواڻ آهي. هن آمريڪا کي چتاءُ ڏيندي چيو ته هن اسلامي ملڪن ۾ پنهنجي جارحانه توسيع پسند پاليسين کي بند نه ڪيو ته هاڻ اسلامي ملڪن جي عوام سجاڳ ٿيڻ شروع ڪيو آهي. ليبيا. بحرين. يمن ۽ سعودي عرب ۾ رياستي تشدد جي باوجود عوام بادشاهت جي خاتمي ۽ اسلامي جمهوريه نظام قائم ڪرڻ لاءِ اُٿي کڙو ٿيو آهي. آمريڪا جيئن ايران مان پُڇ پائي ڀڳو هو. ان کان به بري حالت ۾ هن کي اسلامي دنيا جي ملڪن مان ڀڄڻو پوندو. امام خامنائي چيو ته اسان جو اسلامي انقلاب مستحڪم ٿي چڪو آهي. هاڻ اسان جتي جتي اسلامي انقلاب برپا ڪرڻ واري جدوجهد شروع ٿيندي اسان ان جي ڀرپور مدد ڪنداسون. فلسطين جي رياست قائم ڪرڻ ۽ يهودي رياست اسرائيل جي خاتمي لاءِ اسان فلسطيني مسلمانن جي جاني مالي مدد ڪري رهيا آهيون. انشاالله تمام جلد سيهوني رياست جو خاتمو ايندو ۽ فلسطين هڪ اسلامي ملڪ طور دنيا جي نقشي تي نروار ٿيندو. هن چيو ته يهودي ۽ اسلام دشمن قوتون مسلمان ملڪن کان وڌيڪ سگهاريون نه آهن. پر اُهي اسلامي ملڪن جي ڪرپٽ حڪمرانن کي

خريد ڪري اسلامي ملڪن ۾ پنهنجي مرضيءَ واريون ڪٺپتلي حڪومتون ناهيون ويٺيون آهن. پر هاڻ اُهي ڏينهن پري نه آهن. جڏهن، انهن آمريڪي پٺو حڪمرانن کي شاهه ايران جيان ملڪ ڇڏڻ تي مجبور ڪندو پوءِ آمريڪا سرڪار پنهنجي دلال شاهه ايران جو جيڪو حشر ڪيو هو، هنن جو به اهڙو ئي ڪندو جو ڪين پورڻ لاءِ ڪوئي ملڪ اڌائي گز زمين ڏيڻ لاءِ به تيار نه ٿيندو. هي حڪمران سوچين ۽ آمريڪا جي دلالي ڇڏي پنهنجي ملڪ ۽ عوام مٿان جاري ظلم ۽ بربريت وارو نظام ختم ڪري حڪومت عوام جي حوالي ڪري هليا وڃن. هن ان موقعي تي سڄي دنيا مان آيل مهمانن جا ٿورا مڃيا ۽ سڄي اسلامي دنيا جي عوام کي اپيل ڪئي ته وڏي (Great Shaitann) آمريڪا خلاف اُٿي کڙا ٿين ۽ پنهنجي ملڪن جي آمريڪي پٺو حڪومتن جو خاتمو آڻي اسلامي جمهوريه نظام قائم ڪيو وڃي، هن جي تقرير جي پڄاڻي تي عوام زوردار نعرا هنيان ۽ پروگرام پورو ٿيو. اسان پئي سمجهيو ته شايد سڄو ڏينهن پروگرام هلندو ۽ سيئي وزير ۽ مولوي تقريرون ڪندا. پر هتي معاملو بلڪل ابتڙ نڪتو. واپسي تي اسان پنهنجي بسن ۾ اچي ويناسون. هندستاني جن بسن ۾ آيا هئا. انهن مان پلجي اچي اسان جي بس ۾ وينا جنهن تي اسان جي بس جو انچارج آفيسر پريشان ٿي ويو هن چيو ته هي توهان ڏاڍو غلط ڪيو آهي، توهان کي هن بس ۾ سيٽ نه ملندي. هو بيٺا رهيا. وائرليس تي انچارج آفيسر بس کي مين گيٽ تي بيهڻ لاءِ چيو. واپسي تي ٽريفڪ جام ٿي وئي، جو مهمان رڳو اسان نه هئاسون. پر سفير ۽ سفارتخانن جو عملو به هو ۽ سڄي ايران مان قافلا آيل هئا. واپسي تي ته اسان کي هڪ پاڪيٽ ڏنو ويو، جنهن ۾ جوس، سينڊوچ ۽ صوف پيل هو ته جئين مهمان هوٽل تائين پهچندي بک محسوس ڪن ته اهو کائي وٺن. مني ڪلاڪ جي جدوجهد کانپوءِ اسان جي بس مين گيٽ تي پهتي ۽ اتي هندستانين کي لاهي انچارج آفيسر سُک جو ساهه کنيون. اسان هڪ وڳي هوٽل پرشين انقلاب پهتاسون.

جتي منجهند جي ماني ڪائي يار محمد شاهه ۽ ڊاڪٽر مختيار جعفري کي چيو تہ هاڻ شهر گهمايو. ماني ڪائي روڊ تي نڪري آياسون. جتي يار محمد شاهه ۽ ڊاڪٽر مختيار جعفري ۽ پير شهاب الدين فارسي ڳالهائي بہ ٽيڪسيون ڪري ورتيون. جن اسان ڪان في ٽيڪسي 30 هزار تمن گهريا. معنيٰ پاڪستاني هزار رپيہ. اسان ٽيڪسي ۾ سوار ٿي. بيبي شهربانو جي مزار تي حاضري ڀري. ان ڀرسان هڪ غار هو جتي چيو ويو تہ ڪربلا جي جنگ ڪانپوءِ هتي بيبي چلو ڪتيو هو. مان بحث نہ ڪيو پر مونکي ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي. بيبي ڪربلا جي واقعي کان گهڻو اڳ مديني ۾ امام علي ابن حسين (زين العابدين) کي جنم ڏئي نائين ڏينهن جنت البقي هلي وئي هئي. بحرحال هي عقيدن جو مسئلو آهي. مان الجهڻ نہ چاهيو. اندر مزار ۾ وياسون تہ سنڌ سان تعلق رکندڙ زيارتين جو وڏو تعداد موجود هو. هڪ سنڌي زيارتي بيبي کي چٽي رهيو هو. پنهنجي ٻچڙي علي اصغر جي صدقي مان کي ٻچڙو ڏيار. سنڌي مرد ۽ عورتون ڏسي مونکي ائين لڳو ڄڻ قلندر يا لطيف سرڪار جي مزار تي هجان. اتان دعا گهري واپس ٽيڪسي ۾ سوار ٿي امام علي رضا ابن امام موسيٰ رضا جي ڀاءُ شاهہ عبدالعظيم ابن موسيٰ رضا جي مزار تي آياسون. ايراني حڪومت مزارن تي ڪروڙين رپيا خرچ ڪري شاندار مقبرا جوڙايا آهن. هتي بہ سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻين علائقن مان آيل زائرين جو وڏو تعداد نظر آيو. اسان هتي بہ دعا گهرڻ ۽ تبرڪ وٺڻ ڪانپوءِ بازار وياسون. جتان شهاب الدين شاهہ آلوبخارن مان ٺهيل مانيون خريد ڪيون. مان پڇيو تہ هي ڇا ڪندا. هن چيو هي ڪتيون منيون آهن ۽ ٻار مزي سان ڪائيندا آهن.

اسان وري شهزاده حمزا ابن امام موسيٰ رضا جي مزار تي آياسون. اُتي بہ اوترائي ماڻهو زيارت ۾ مصروف پنجرن کي چنبڙيا پيا هئا. اسان هي بہ زيارت پڙهي. مان کي تہ زيارت پڙهڻ ايندي ئي نہ آهي. مان شهاب الدين شاهہ جو پاسو جهليو هليس. هو زيارت ۽ دعا زبردست انداز ۾ پيو پڙهائي. مان ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ اها زيارت ۽ دعا ياد ڪيان پر شاهہ

صاحب الائي ڪٿان ڪٿان پيو لفظ ۽ جمعلو آڻي جيڪي منهنجي دماغ ۾ نہ ويهي نہ ويٺا. اسان زيارتون پڙهي شام جو 6 وڳي هوٽل پرشين انقلاب پهتاسون. ٿڪُ هئڻ سبب مان تہ پنهنجي ڪمري ۾ وڃي سمهي رهيس.

رات جو ماني کائڻ بعد اسان سيئي سنگتي لابي ۾ ويٺا هئاسون تہ هندستاني گائيڊ آيا ۽ هنن اعلان ڪيو تہ صبح جو 7 وڳي سڀ مهمان لابي ۾ پهچي وڃن. جو سڀني مهمانن کي هوائي جهاز ذريعي مشهد امام علي رضا ابن امام موسىٰ ڪاظم جي روضي جي زيارت تي نيو ويندو. اسان اِهو اعلان ٻڌڻ بعد سوير پهچي ڪمرن ۾ وڃي سمهي رهياسون. اڄ پنجون ڏينهن آهي. جو اسان جو حشر اسڪولي ٻارن کان بہ بدتر ٿيل آهي پوري ننڊ بہ نٿا ڪري سگهون هر وقت ڊسيپلين لاڳو آهي. اڳتي ڪڏهن بہ سرڪاري دعوت تي نہ اچبو. جنگي قيدين کان بہ سرڪاري مهمانن سان بدتر ورتاءُ ڪيو ٿو وڃي.

05.06.2011

صبح جو 6 وڳي الارم تي جاڳ ٿي وئي. وهنجي سهنجي مان تہ لابي ۾ وڃي ويهي رهيس. اڄ نيرن جو بندوبست ٿيل نہ هو هنن اسان کي نيرن جهاز ۾ ڪرائڻ جو پروگرام ناهيو هوندو. نيڪ 7 وڳي بسن ۾ ويهڻ لاءِ چيو ويو. اڌ ڪلاڪ اندر شهر لڳ ايئرپورٽ تي پهتاسون. امام خميني انٽرنيشنل ايئرپورٽ تہ شهر کان تمام گهڻو پري آهي. ايئرپورٽ لائونج ۾ پهچڻ بعد ٽڪيٽ بدران اسان کي بورڊنگ ڪارڊ ڏنا ويا. ائين ڏڪيندا پيا وڃن. جڻ تہ بسن ۾ سوار ٿيڻو آهي. هتي ايئرپورٽ جو عملو انتهائي درجي جو چڙچڙو ۽ بخيل نظر آيو. هو ذري ذري تي مهمانن سان بدتميزي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي پيا وڃن. ائين محسوس پيا ڪرائين جڻ تہ اسان فقير هجون ۽ هي اسان تي احسان عظيم ڪندا هجن. مهمانوازي تہ اسان جهڙا ملڪ ئي ڪري سگهن ٿا. هنن کي تيل ۾ زيارتون نہ هجن

ها تہ هنن کي پنڻ بہ نہ اچي ها. بس قدرت عربن تي ۽ هنن تي راضي آهي. ڪلاڪ ڏيڍ ڪليئرنس ۾ لڳي ويو ۽ جهاز ۾ ويهاريو. جهاز جو عملو بہ بخيل پاڻي گهرڻ تي بہ هوسٽيس ۽ اسٽيورڊ مهمانن سان وڙهي پيا پون. اُتي گائيڊ پڻ مايوس نظر آيا. جهاز رن وي تان ٿيندو فضا ۾ بلند ٿيو. مني ڪلاڪ بعد ننڍڙا پاڪيٽ حوالي ڪيا ويا. جن ۾ هڪ ننڍڙو ڪيڪ جو ٽڪر ۽ هڪ جوس جو ڊبو رکيل هي هو ناشتو. اڍائي ڪلاڪن جي اڏام بعد اسان مشهد هوائي اڏي تي پهتاسون. بسن اچڻ ۾ ڪجهہ دير هئي. ڪجهہ ماڻهن ويهي عمارت ڏانهن واش روم وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ سيڪورٽي وارا گهير و ڪري بيهي رهيا تہ اندر نہ ويندا. گائيڊ چيو واش روم وڃڻو آهي. مجبوري آهي. گائيڊ ڊڏو ائبڊو ڪري چڏيو. شهاب الدين شاھ سڌو عمارت ۾ هليو ويو. اشارا ڪندو ويو. ڪپڙا خراب ڪرڻا آهن چا. توهان کي جيڪو ڪرڻو آهي سو ڪريو. وٽي ملي وئي. سيد شهاب الدين شاھ پويان مان ۽ سيد يارمحمد شاھ بہ هليا وياسون.

واش روم کان واپس آياسون تہ بسون پهچي چڪيو هيون. اسان ڪانسواءِ سمورا مهمان سوار ٿي چُڪا هئا. اسان بہ الڳ الڳ بسن ۾ سوار ٿياسون. مشهد ايئرپورٽ بہ شهر کان ڪهڻو پري هو. 11 وڳي جا ايئرپورٽ تان نڪتل سائين بارهين وڳي. امام مظلوم علي رضا ابن امام موسيٰ ڪاظم جي مزار تي پهتاسون. اسان کي پهريان امام مظلوم علي رضا جي مهمان خاني هينان واقع مسجد ۾ نيو ويو. جتي اسان ٿڪل هجڻ سبب ليٽي پياسون. منهنجي نظر تيونس جي ڳاڙهي ٽوپيءَ واري مهمان تي پئي جيڪو پيش امام جي ويهي خطبو ڏيڻ واري ممبر کي چُمي ۽ گهڙي گهڙي هٿ مٿي ڪري الائي چا بڙبڙائي رهيو هو. مان يارمحمد شاھ کي چيو هو ڏسو چا پيو ڪري. يار محمد شاھ چيو. اِهو وڏو ڊرامي باز آهي ماڻهن جو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ لاءِ اهڙيون حرڪتون ڪري رهيو آهي. مان پڇيو پلا هتي چو ويهاريو ويو آهي. هلو تہ زيارت ڪريون يارمحمد شاھ ۽ شهاب الدين شاھ ۽ ڊاڪٽر مختيار جعفري بہ چيو تہ بهتر اهو آهي تہ

پاڻ زيارت ڪري اچون. اسان جوتا اتي ڇڏي پيادل زيارت لاءِ نڪتاسون، مونکي اندازو نہ هو تہ گرمي سبب فرش تپي چڪو هوندو، وڏو ميدان اورانگي روزي تائين پهچڻ هيڏي تتل فرش هوندي، پيرين اگهاڙي پار ڪرڻ مشڪري نہ هئي. چئني طرفن کان مڪي جي حرم جيان وڏا ميدان هئا. جن تي قالين وڇائي ٻپهري جي نماز جي تياري ڪئي پئي وئي، ان نتهڻ اُس ۾ لکين ماڻهون نماز پڙهڻ جي تياري ڪري رهيا هئا. اسان وري پوئتي موٽياسين. نماز جي تياري پئي ٿئي اڳيان روزي ڏانهن ويندڙ سڀ رستا بند ٿي چُڪا هئا. سيد يار محمد شاهہ ۽ سندس فرزند عمار ياسر شاهہ اهو چوندا هليا ويا تہ اسان روضي اندر نماز پڙهنداسون.

امام علي رضا تڏهن 14 سالن جو هو. جڏهن عباسي حڪمران هارون رشيد امام علي رضا جي والد امام موسيٰ ڪاظم کي 14 سال قيد ۾ رکڻ بعد زهر ڏئي شهيد ڪيو هو. امام جو قصور اِهو هو تہ هن هارون رشيد جي بعيت ڪرڻ ۽ هن جي ظلمن کي صحيح قرار ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. چون ٿا تہ آل رسول تي ظلم ڪربلا ۾ ختم نہ ٿيا. پر اتان شروعات ٿي ۽ ڪربلا پنيان وڏي ڪربلا ٿيندي وئي. امام موسيٰ ڪاظم عہ کي لڳاتار 14 سال قيد ۾ رکي بہ هارون رشيد بعيت نہ وٺي سگهيو. آل رسول جي سچي عاشق بهلول کي قاضي القضاد (چيف جسٽس) جو عهدو آ چو تہ بهلول سوچڻ لڳو هي هن وقت ڪيس ايڏو وڏو عهدو ڇو ڏئي رهيو آهي. هو جلدئي سمجهي ويو تہ آل رسول امام مظلوم موسيٰ ڪاظم 14 سالن کان قيد ۾ رهڻ باوجود هارون رشيد جهڙي بادشاهہ جي بعيت ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي. هارون رشيد کان فتويٰ وٺي امام مظلوم کي شهيد ڪرڻ ٿو چاهي. بهلول اِهو ڏوهہ ڪٽڻ کان بهتر سمجهيو تہ پاگل ٿي وڃي هو باقي زندگي چريو ٿي رهيو. متيءَ جا ڍيرناهي جنت وڪڻندو رهيو.

امام مظلوم موسيٰ ڪاظم کي زهر ڏيڻ بعد هارون رشيد پاڻ بہ گهڻو زنده نہ رهيو ۽ حرڪت قلب بند ٿيڻ سبب مري ويو. ان بعد ان جو پٽ مامون رشيد تخت تي وينو جنهن سڀ کان پهريان بغداد فوج موڪلي پنهنجي سڳي ڀاءُ کي قتل ڪرايو ۽ ان جو سر ڪيس خراسان (مشهد) ۾ پيش ڪيو ويو. ان بعد پنهنجي يهودي وزير اعظم جي مشوري تي امام مظلوم علي رضا ابن موسيٰ رضا کي فوج موڪلي مديني کان خراسان (مشهد) گهرايو. امام مظلوم مديني ۾ صرف ديني تبليغ ڪري ۽ قراني تعليم وڏائي رهيو هو. هن جو حڪومتي معاملن طرف ڪو بہ ڌيان نہ هو. پر هزارين عقيدت مندن جو وٽس جهرمٽ ڏسي. مامون هارون رشيد ۽ ان جي يهودي وزير اعظم کي ڌپ محسوس ٿيو ۽ ان کي خراسان ۾ گهرائي قيد ڪري رکيو ۽ آخر ۾ ان کي بہ زهر ڏئي شهيد ڪري ڇڏيو. هي امام علي ابن ابي طالب جي اولاد امام حسين شهيد ڪربلا جي نسل مان آهي. شيعہ فقہ ۾ هن امام جو نمبر 8 آهي.

ان دوران پيهري جي نماز جو وقت ٿي ويو اسان جي قافلي جي نگراني ڪندڙ هڪ انٽيليجينس آفيسر آذان ڏني. ان بعد نماز ٿي. نماز بعد اسان کي امام علي رضا عہ جي باري ۾ تعرف ڪرايو ويو. مان شهاب الدين شاهہ جو پاسو ورتو تہ هلو هاڻ زيارت ڪريون. اسان اتان وري بہ پيرين اگهاڙا ٻاهر نڪتاسون ان وقت نماز لاءِ قالين وڇايل هئا. پير سڙڻ کان بچي ويا پر واپسي تي قالين هٽي چڪا هئا ۽ پيرن ڦلن جيان تڇڪي ويا. بهرحال اسان امام مظلوم جي روضي تائين پهچي وياسون. هتي سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻين علائقن جي زيارتين جو وڏو تعداد نظر آيو. ائين پيو لڳي جڻ قلندر جي مزار تي هجون. روضي تائين پهچڻ مونکي ناممڪن لڳو. تہ جيتري وٿي بہ نہ هئي. ان حالت ۾ روضي تائين پهچڻ ممڪن ئي نہ هو. سيد شهاب الدين شاهہ چيو توهان منهنجي ڪلهي هليا اچو هو 60 سالن کان چڙهيل ڪراڙو مڙس جوانن کان بہ تيز پيو هلي. ڌڪن ڌوڏن جي پرواهہ نہ پيو ڪري. هن مونکي هڪڙي ڪنڊ تي

پهچايو جتنان کان زيارت پڙهائي ۽ آرام سان روضي تي هٿ لاتو ۽ زيارت پڙهي واپس ٿي اچي دروازي تي ساهه پٽڻ لاءِ ويهي رهياسون. ٿوري دير ويهڻ بعد شاهه چيو هلو ته الوداعي زيارت ڪريون. دعا گهرون ته هن سفر جي پڇاڙي ٿي ايندڙ تي يا امام مظلوم وري به اسان کي گهراءِ يا وري به وياسون ۽ دعا گهري زيارت پڙهي واپس ٿياسون. جڏهن مسجد ۾ موٽي آياسون ته اسان کي پرچيون ڏنيون ويون. هي پرچيون امام مظلوم طرفان روزانه پرديسي 5 هزار زيارتين کي مفت ۾ لنگر کارايو ويندو آهي. اسان لنگر کائڻ وياسون ته اها گهڻ ماڙ عمارت ڪنهن 5 اسٽار هوٽل کان گهٽ نه هئي. صفائي هر ٽيبل تي هر ماڻهو لاءِ ڪيرو ۽ بيو صلاد رکيل. هتي حيرت ٿي اسان کي ٻاڙهن مرچن ۾ پاڪستاني قورمون ڏنو ويو. ڪافي عرصي کانپوءِ ٻاڙهو بوڙ ڏسي ٻُک مري ئي نه پئي. اسان شوربو گهريو ته ان جا ڏونگها پري ڪٽي آيا. کائڻ واري جيترو به گهريو پئي ان کي انڪار نه پئي ڪيو ويو اسان امام مظلوم طرفان ڏنل لنگر کائي ٻاهر آياسون ته ايراني مرد ۽ عورتون اسان کان اشارا ڪري لنگر جي اوبر آندل گهري رهيا هئا. جن کي خبر هئي تنهن ڪري ٿيلهين ۾ ڪٽي آيا اسان کي ان جي اهميت جي خبر نه هئي اسان نه آندو پوءِ ڏاڍو پڇتاءُ ٿيو. هي ڪو پنڻ وارا ماڻهو نه هئا. وڏا خاندان به اوبر گهري رهيا هئا ڇو ته امام مظلوم جو لنگر صرف پرڏيهي مهمانن کي کارايو ويندو آهي. ايراني عقيدي مطابق اها اوبر برڪت واري آهي ۽ هو پاڻ ۽ پنهنجي ٻچن کي تبرڪ ۽ برڪت طور کارائيندا آهن.

ماني کائڻ بعد اسان کي بسن ۾ ويهڻ لاءِ چيو ويو. جو اسان کي ايئرپورٽ لڳ هڪ هوٽل تي آندو ويو. جتي چيو ويو ته رات جو 9 وڳي تائين هتي آرام ڪرڻو آهي. اسان کي ڪمرن جون چابيون ڏئي چيو ويو ته هڪ ڪمري ۾ چار چار ڄڻا گڏ آرام ڪن. يار محمد شاهه چئن بسترن واري ڪمري جي چابي وٺي آيو. مونکي چيو توهان اسان سان اچو. مان انهن سان آرام ڪرڻ سنڌن ڪمري ۾ ويس. ڪمري جي حالت اها هئي

جو نه پيئڻ جو پاڻي نه جڳ نه گلاس. سڀ ويٽرس ليڊيز هيون. جن کي سواءِ فارسي جي ڪجهه به سمجهه ۾ نه پئي آيو. اشارن ذريعي پاڻي گهريو سين ته اهي پاڻي جون ننڍيون بوتلون کڻي آيون. هي هوٽل برپٽ بيابان ۾ ڪا آبادي به نه هئي سمجهه ۾ نه آيو ته هي هوٽل هتي ڇو ناهيو ويو آهي. يورپين نسل جا مهمان به هتي ترسيل نظر آيا. مهمانداري لاءِ اسان کي هتي هڪ هڪ پاڪيٽ ڏنو ويو جنهن ۾ هڪ صوف. هڪ ترنج هڪ ڪيڪ جو ٽڪرو ۽ هڪ ننڍڙو جوس جو ڊبو.

شام 6 وڳي تائين اسان آرام ڪيوسون ۽ بعد وهنجي هيٺ لهي آياسون. جتي هڪ ٽي اسٽال لڳو هو. ان تي به ليڊيز سروس ڪري رهيون هيون. هتي چانهه ۽ ڪافي جا پئسا پاڻ کي ڏيڻا پيا. ڪافي دير تائين هوٽل جي لان ۾ گهمندا رهياسون. جيڪو تمام خوبصورت نقلي آبشارن سان ڏاڍو وڻندڙ لڳي رهيو هو. هتي موڪلن تي ايراني پنهنجي ٻارن سان گڏجي تفريح ڪرڻ ايندا آهن. ان ڪري مان کي فضول لڳي رهيو هو. اسان کي رات جو 8 وڳي بسن ۾ سوار ٿيڻ لاءِ چيو ويو. منهنجي انڊين گائيڊ عزيز سان جهڙپ ٿي هئي، هو ان وقت پنهنجي انڊين سان گڏ بيٺو هو. مان واپس پنهنجي سيل لاءِ بيلنس وٺڻ لاءِ مڙيس. بدتميزي واري انداز ۾ چيو اي مسٽر واپس چلو اس طرف. مان کي باهه وٺي وئي. مان چيو هو مسٽر بيگرمين. پڪاري جي اولاد. مان رياستي مهمان آهيان. تون ملڪ ڇڏي در در جون نوڪرون ڪائي هتي ڪمائڻ لاءِ آيو آهين ته تون پاڻ کي ايراني نسل سمجهي ويٺو آهي. ان تي ايراني آفيسر پڄندو آيو. هن چيو ڇا ٿيو. مون چيو هي پنهنجي ملڪ جون نفرتون ذهن ۾ رکيون ويٺو آهي. اُتي ته ڪين پولڙا هتن ۾ ڏئي هنن کي پننڻ جو ڏنڊو ڏنو اٿن. هتي هي توهان جي نسل جو بڻجي ويو آهي. پوءِ ايراني آفيسر به نيڪ ناڪ بيعزتي ڪيس. ان بعد هو جيڪو عرصو مان هوٽل ۾ هيس. مان ڏي اک کڻي نه ڏٺائين.

اسان رات جو 9 وڳي مشهد انٽرنيشنل ايئرپورٽ تي پهتاسون. تهران ايئرپورٽ جيان هتي هڪ تہ ايران ايئرلائين جا جهاز نظر آيا تہ ٻيا مهمان ايئرلائين. ڪنهن بہ ٻئي ملڪ جو هڪ بہ جهاز لهندي يا اڏامندي نظر نہ آيو. ان تي خبر پئي تہ هنن وٽ پنهنجا جهاز جام آهن. ان ڪري ٻين ملڪن ۽ ايئرلائين کي اجازت نٿا ڏين. اسان ساڍين 9 وڳي بورڊنگ ڪارڊ وٺي جهاز ۾ سوار ٿي وياسون ۽ 11 وڳي تهران ايئرپورٽ تي پهتا سون. هتي بسون ٻهريان کان ئي بيٺل هيون. جيڪي اسان کي ڪٺي هوٽل پرشين انقلاب آيون. اتي اسانِ لابي ۾ ويناسون تہ چيو ويو سياٽي شام تائين سرڪاري خرچ تي رهڻ ۽ کاڌ خوراڪ آهي ۽ پوءِ مهماني ختم هرڪو پنهنجو کاڌو کائيندو ۽ هوٽل جو خرچ برداشت ڪندو. اسان چيو اسان جي سيٽ 8 جون لاءِ ڪنفرم آهي. ان کان ٻهريان پاڪستان لاءِ ڪوئي جهاز نہ آهي. انڊين چيو هنن جو جهاز 10 جون تي آهي. اسان چيو اسان کي جهاز ڏيو تہ وڃون ٿا. ان تي ايراني پروٽوڪول آفيسر چيو تہ لکت ۾ درخواست ڏيو تہ توهان کي پنهنجو خرچ برداشت نٿا ڪري سگهون اها درخواست امام خميني انسٽيٽيوٽ کي ڏياري ٿا موڪليون. اُهي توهان جا ميزبان آهن. پوءِ هنن جيڪو فيصلو ڪيو. اسان چيو اسان اهڙي بيعزتي واري درخواست لکڻ لاءِ تيار نہ آهيون. اسان پنهنجو خرچ بہ برداشت ڪري ٿا سگهون. پوءِ مسئلو پيدا ٿي ويو. ٻين مهذب ۽ پاڪستان کان وڌيڪ خوشحال ملڪن جي مهمانن هندستانين ۽ افغانين لاءِ هنن پروٽوڪول آفيسر جي چوڻ مطابق درخواست لکي ڏني. ان درخواست تي فيصلو آيو تہ جن مهمانن جون اُڏام خاص ڏينهن تي آهن. انهن مهمانن کي ماني هوٽل جو خرچ امام خميني انسٽيٽيوٽ طرفان برداشت ڪيو ويندو. ان ۾ اسان بہ شامل ڪيا ويا سون. نقصان اهو ٿيو تہ کاڌي جا ائٽم گهٽايا ويا. جوس ۽ بوتلون ختم ڪيون ويون. لسي جون ننڍيون بوتلون بہ نظر نہ آيون. ڪباب چلو ۽ مرغ چلو جي جنگهہ. ساگ چُلو ۽ پالڪ چُلو ورتي.

حيڪو ڪاڏو شايد اسان جي جيلن ۾ به نه ڏنو ويندو آهي. رات جي ماني ڪائي مان ۽ عمار ياسر شاهه واڪ ڪرڻ لاءِ فردوسي طرف نڪري وياسون هڪ ڪيبن واري ڪان عمار ياسر شاهه آئيس ڪريم گهري. هن آئيس ڪريم ڏيڻ وقت چيو. آئي لو انڊيا. عمار ياسر شاهه چيو آءٌ لو پاڪستان. هتي هندستاني فلمون فارسي ۾ ڊب ڪري هلايون وڃن ٿيون جنهنڪري ايراني ماڻهن تي هندستان جو وڏو ايران چڙهيل آهي. مون جيان انڊيا مان هڪڙو چڪر هڻي آيا ته لو انڊيا هيٽ انڊيا ۾ تبديل ٿي ويندو.

اسان واڪ ڪري لابي ۾ موٽي آياسون. يار محمد شاهه. ڊاڪٽر مختيار جعفري. شهاب الدين شاهه ۽ شبير علي خوجا ويٺا هئا. هنن چيو ته صبح جو قم هلڻو آهي. بيبي معصومه جي زيارت آهي. پنهنجي خرچ تي هلڻو پوندو. پير شهاب الدين چيو ته توهان اعلان ٻڌو اچ ڪان اسان سرڪار جا مهمان نه آهيون. هو اليڪٽرڪ ڊور به ڪٽي ويا آهن. چند آفيسر رڳو سڪيورٽي جي لحاظ ڪان موجود آهن. اسان طئه ڪيو ته صبح جو 8 وڳي نڪري هلجي. يار محمد شاهه چيو ته شر صاحب ڪي شل ڪوئي اٿاري. مان چيو فڪر نه ڪريو مان پنهنجي سيل ۾ الارم فٽ ڪري ٿو ڇڏيان. ان دوران مان سوال ڪيو ته پاڻ اڏ شهر گهمي ڏٺو آهي. ڪنهن به اپارٽمينٽ يا گهرن ۾ اي سي نظر نٿا اچن. هر هنڌ ايئرڪولر لڳل آهن. اهي به وڏن هوٽلن ۾ آهن ننڍن هوٽلن ۾ ايئرڪولر لڳل آهن. يار محمد شاهه چيو ته هتي گرمي گهٽ آهي. مون چيو سائين گرمي اسلام آباد جيتري ته آهي. ان ڪانپوءِ ٻاهر روڊ تي گهمي نٿو سگهجي. هتي 12 ڪان 3 وڳي تائين بازارون گرمي سبب ئي بند ٿي وڃن ٿيون. ان تي يار محمد شاهه چيو اهو ڪمال نه آهي ته هڪ منٽ جي به بجلي جي لوڊشيڊنگ نه آهي. مان چيو سائين معاف ڪجو جي عقيدي جي لحاظ ڪان ٺا چئو ته پوءِ سڀ صحيح آهي. حقيقت تي اچو ته ڪراچي جي سوا ڪروڙ آبادي واري شهر ۾ 80 لک اي سي ۽ ننڍا وڏا پلانٽ لڳل آهن. جي

هتي ان جي اڏ جيترا اي سي لڳي وڃن هي بجلي جو توازن برقرار رکي ڏيکارين. سڀ صحيح. مارڪيٽ تي ڪهڙو ڪنٽرول آهي شين جا اگهه پنهنجي مرضيءَ سان ٿا وٺن. ٽيڪسي وارو هيڪوڙ ڪان چئوڻ تي پاڙو وٺي هنن ڪان ڪير پڇڻ وارر آهي. سعودي. مڪ ۽ مدينہ شريف ۾ چئين طرفن هيوي جنريٽر رکيل آهن. حاجي صاحب چيا چوندا آهن. سعودي ۾ هڪ سيڪنڊ لاءِ بجلي ناهي وينڌي. واقعي حرم ۾ بندوبست ٺيل آهي. بجلي نٿي وڃي. اسان جڏي ڪان مديني وڃي رهيا هئاسون. رستي ۾ رات ٿي وئي هوٽل تي ماني کائڻ لاءِ لٿاسون. هڪدم بجلي هلي وئي. جيڪا ٽيستائين ڪانہ آئي جيستائين (ڪلاڪ ڪن) اسان ويٺا هئاسون. ٻنهي هنڌن تي ماڻهون عقيدن سان ٿا اچن اهي تنقيدي جائزو نہ وٺندا. هي هاڻ گهٽيون خرابيون بہ پيدا ٿي ويون آهن. هتان جي ماڻهن جو رويو ڪيڏو بد نضيلتو ۽ بخيلي وارو آهي. ٻاهرين ماڻهو خاص طور پاڪستانين سان هنن جو رويو توهان بہ نوٽ ڪيو آهي. بازارن ۾ بليڪ مارڪيٽنگ عام آهي. ڪٿي بہ اگهن جي پرچي لڪيل نہ آهي. دڪاندار زبان جو فائدو وٺي زائرين کي ٻنهي هٿن سان ڦريندا ٿا رهن. ساڳئي صورتحال مان سعودي ۾ ڏٺي. اُتي جيڪڏهن سعودي شهري فٽ پاٿ تي ريڙهو لڳائي ويٺي پيو تہ پوليس وارا ان ڪان پڇن ئي نہ پيا. عجمي جو سامان ڪنيون هليا پيا وڃن. يار محمد شاهہ چيو هلو تہ سمهون صبح جو سوير اٿڻو آهي شر صاحب تمام گهڻو جذباتي ٿي ويو آهي. ائين چئي هو منهنجي راءِ تي مٽي پاٽي ڪري پنهنجي پنهنجي ڪمرن ڏانهن سمهڻ هليا ويا. مان پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويس.

06.06.2011

صبح جو 7 وڳي الارم تہ وڳو پر گهري ننڊ سبب منهنجي اک نہ کلي ۽ پرسان ستل مولوي تہ فون جي گهنٽي وڄندي بہ سوڙ وجهي سوڙهو ٿيندو ويو. نہ پاڻ اٿندو نہ مونکي اٿاريندو. 8 وڳي منهنجي اک کلي ۽ مان

پنهنجو سيل ڪوليو تہ ڪوليندي ئي يار محمد شاھ جي فون اچي وئي شاھ صاحب چئي رهيو هيو شر صاحب توهان جي ڪري اسان روڊ تي بيهي 100 ٽيڪسين سان بارگيننگ ڪري چڪا آهيون. خدا ڪي مجيبون هيٺ لهو. مان ٽڙٽڪڙ ۾ وهنجي روڊ تي پهچي ويس. نيرن ڪرڻ جو تہ سوال ئي پيدا نہ پئي ٿيو. روڊ تي هڪ ٽيڪسي واري سان يار محمد شاھ، پئي سان پير شهاب الدين شاھ ٽين سان ڊاڪٽر مختيار جعفري چوٿين سان عمار ياسر شاھ ۽ پنجين سان شبير علي خوجا لڳا پيا هئا. نيٺ اسان ٻن ٽيڪسين سان 20000 هزار تمن يعني 500_500 رپيا طئہ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وياسون. اُهي ٽيڪسي اسٽينڊ تائين حجان ڪان قمر لاءِ الڳ ٽيڪسيون ڪرٽيو هيون. اڌ ڪلاڪ ۾ تهران جي جنرل ٽيڪسي ٽرمينل تي پهتاسون، جيڪو تمام وڏو سوين ايڪڙن ۾ پکڙيل هو. ٻنهي سيدن يارمحمد شاھ ۽ شهاب الدين شاھ ٽيڪسي وارن سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. اسان فارسي نہ اچڻ سبب پاسيرا ٿي بيناسون، هڪ پوليس آفيسر بيٺو هو. مان ان ڏانهن وڌي ويس هن انگريزي ٻڌي پري بيٺل نوجوان سپاهي کي سڏ ڪيو. سپاهي کي ڪجھ چيو. سپاهي مونکان انگريزي ۾ پڇيو ڇا مسئلو آهي، مان چيو واھ هتي تہ ابتو مسئلو لڳو پيو آهي، اسان جي ڳوٺ ۾ ننڍڙائي ۾ چوندا آهن فارسي گهوڙي چاڙهسي، فارسي ڳالهائڻ وارو آفيسر ۽ انگريزي وارو پنڌ پيادل. مان هن کي چيو توهان وٽ ٽيڪسي وارن کي ڪنٽرول ڪرڻ جو قانون ناهي ڇا. هن آفيسر کي چيو. آفيسر ڪنڌ ڏوڏيو نہ. اسان رڳو امن امان جي صورتحال لاءِ بيٺا آهيون. هي پنهنجي گراهڪن سان ڇا طئہ ڪن. ان سان اسان جو ڪو بہ تعلق نہ آهي. مان ٿورو جذباتي ٿي چوڻ لڳس. هي ڪهڙو اسلامي ملڪ آهي. هتي نہ بازار ۾ دڪاندار کي لغام آهي نہ ٽيڪسي واري کي. سپاهي آفيسر کان پڇي ٻڌايو ۽ پوءِ ٿورو کليو. مونکي آفيسر چيو گهٽي انگريزي نہ ڳالهاءِ نہ تہ هن سان گڏ سپاهي پڻ تي ڪري ڇڏيندو سانءِ. خاموش ٿي سپاهي نهڻ جي پوَ کان پري ٿي بينس

واهه قدرت. اسان وٽ سنڌي ڳالهائڻ وارو پيادل انگريزي وارو اُن تي هتي حساب ئي اُبتو لڳو پيو آهي. نيٺ اسان جا ساٿي به ٽيڪسيون ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. مان پنهنجي حصي جا 5000 تمن پريا، چون پيا ته 35 هزار تمن ۾ معاملو طئه ٿيو. هتي هزار پاڪستاني جا 10 هزار ملن ٿا. جنهن تي اسان خوش ٿا ٿيون. مون 100 ڊالر مٽايا 10 لک تمن مليا خوش ٿي ويس. جڏهن سامان سينٽ وغيره خريد ڪرڻ لڳس ته انهن جو اگهه ڏيڍ لک به لڳ ريال کان گهٽ نه هو. مونکي وچڙ وقت پنهنجي وڏي ياجائي سمجهايو هو. اتي جا چورا توکي جام پئسا ملندا. جڏهن خريداري ڪندين ته اُن ٿيلهن جو پري ڪٽي وجهو پوندي.

قم تهران کان حيدر آباد ۽ ڪراچي جيترو پنڌ آهي. اسان 10 وڳي تهران مان روانه ٿياسون. رستي ۾ رڻ پٽ بيابان وڏيڪ نظر آيو. نهرون نه هجڻ سبب پوک گهٽ ٿئي. وٽنڊ رڳو شهرن ۾ آهن باقي رستو خشڪ جابلو سلسلو ۽ ريگستان آهي. بد امني نه ڦورو آرام سان ڦرون ڪري سگهن ٿا. اسان وٽ موري ۾ سي.اين.جي ۽ ٽول پلازه وچ تي آرام سان بس مسافرن کي ڦريندا آهن ته پوليس وارا ٽول پلازه وٽ ڏڪها ڏڪها ٿيا ڪٿن تي ستا پيا هوندا آهن. بهرحال اسان 12 وڳي قم شريف پهتاسون. بيبي معصومه جي روضي جي زيارت ڪئي سون. هتي به يارمحمد شاهه ۽ سندس فرزند اسان کان الڳ ٿي ويا. هتي سيد شهاب الدين اسان کي زيارت پڙهائي ۽ معلومات ڏني. شبير علي مان سانگهڙ جا به چوڪرا گڏ رهياسون. اسان زيارت ڪري ٻاهر آياسون. اُتي هڪبئي پٺيان جنازا آيا ۽ ويا پئي. مان پڇيو هي ڇا آهي. شهاب الدين چيو هي جنازي نمازي بيبي معصومه جي روضي ۾ پڙهڻ بعد دفن ٿيندا آهن. جڏهن ٻاهرين گيٽ وٽ پهتاسون ته هڪ جنازو رکيو ويو ان تي ڪافي ماڻهون ڪارا ڪپڙا پايو بيٺا هئا ۽ هڪ نوجوان روئي رهيو هو شايد اُهو فوتي جو پٽ هوندو. هنن جنازو کنيون ته نوجوان سان ڏک ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مان جنازي کي ڪلهو ڏنو. روضو الاهي پري هيو. مونکان جنازي جو ڪلهو ڪير به

نہ پيو ونئي. مان سمجهيو رنگ ۽ قد جي ڪري مونکي ايراني سمجهي وينا آهن. گهٽو پنڌ ڪرڻ کانپوءِ مان ڪرڻ جهڙو ٿي ويس. هڪ ايراني کي اشارو ڪيم پوءِ هن منهنجي جان ڇڏائي. مان بہ منت تہ ويهي رهيس. پاڻي پي پوءِ واپس اوڏانهن ويس جتي منهنجا ساٿي بيٺا هئا. يار محمد شاهہ مونکي ڏسي چيو شر صاحب توهان تہ هتي بيٺا هئا. ايڏانهن ڪٿان پيا اچو. مون چيو شاهہ صاحب نہ پڇيو. پنهنجي چوٽيا پي ۾ ڦاسي پيس. هن کي سڄو قصو ٻڌايو تہ شاهہ صاحب، چيو هو حق تي هئا. توهان جو رنگ ۽ قد تہ آهي پر توهان کي ڪارا ڪپڙا بہ ايرانين جهڙا پاتل آهن.

رات جي ماني کائڻ بعد مان يار محمد شاهہ. سيد شهاب الدين شاهہ. ڊاڪٽر مختيار جعفري. عمار ياسر شاهہ ۽ شبير علي خواجا لابي ۾ ويهي ڪهوہ چانهہ پيئتي سين. ۽ صبح شهر گهمڻ جو پروگرام بہ ناهيو. ڊاڪٽر مختيار جعفري چيو تہ فردوسي بازار ۽ مارڪيٽ وارو علائقو 45 ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي. اهو هلبو شهاب الدين شاهہ چيو تہ جي شر صاحب سوير اٿيو تہ. سڄي بازار گهمي سگهندا سون. نہ تہ اڌ تہ ضرور گهمنداسون. وچن واعدہ ڪري سوير پر وسمهي پياسون.

07.06.2011

صبح جو مان ننڊ مان 8 وڳي اٿي ويس تياري ۾ سستي ٿي. اهو سوچي تہ اسان وٽ بازارون 11 وڳي کان اڳي نہ کلنديون آهن. مان تيار ٿي 9 وڳي هيٺ ڪيفي ۾ نيرن ڪرڻ ويس تہ سڄي سنگت تيار ويٺي هئي. پر هو سيئي مون تي ڪاوڙيل نظر آيا. مون چيو مان تہ سوير آيو آهيان. يار محمد شاهہ چيو. صاحب بہ ڪلاڪ دير سان آيا آهيون. اسان سيئي 8 وڳي نيرن ڪري توهان جو انتظار ڪري رهيا آهيون. مون چيو پر بازارون تہ 11 وڳي کلنديون آهن. شهاب الدين شاهہ چيو هي پاڪستان ناهي. هي ايران آهي. هتي صبح جو 8 وڳي بازارون.

مارڪيٽ ڪلي ويندي آهن ۽ 2 وڳي بند ٿي وري شام جو 5 وڳي کلنديون آهن. مان چيو معاف ڪجو غلطي ٿي وئي، اڳتي نہ ٿيندي. ڊاڪٽر مختيار جعفري چيو اڳتي جيڪي جيئرا ۽ هيڏي سفر ۾ گڏ يا نہ، ورنہ پنهنجو هتي اچڻ جي سفر جو هي آخري ڏينهن آهي. اسان پيادل هلندا فردوسيءَ ۾ داخل ٿياسون. روڊ پارڪيوسين تہ ٻئي پاسي پئسا مٽائڻ وارا ڦري آيا. مان هنن کي 100 ڊالر مٽائڻ لاءِ چيو. ڊاڪٽر مختيار جعفري ڀڳل ٽٽل فارسي ۾ اسان جو سودو ناهيو. هڪ لک 18 هزار تمن. مون چيو هوٽل پرشين انقلاب جي پيٽ ۾ هي 12 هزار تمن مٿي ڏئي رهيا آهن. مان هنن کان پئسا مٽايا. پوءِ واري واري سان سڀني يارن مٽايا. شبير علي خوجا کي جواب ڏنائين، پاڪستاني ڪرنسي جو ڪو وئليو نہ آهي. جڏهن تہ هزار رپيا برابر آهن 10 هزار ايراني تمن جي پر ايڏو دماغ خراب پاڪستاني ڪرنسي وٺڻ لاءِ تيار نہ ٿيا تہ ڊالر ڏيو. ٿورو اڳتي هلياسون تہ پاڪستاني ڪرنسي مٽاسٽا ڪرڻ وارو بہ ملي ويو. مان کي اک پڇي پوڻ ڪري اک ۾ سور هو. مان ڊاڪٽر مختيار جعفري کي چيو. اک پڇي پئي آهي، سور جي ڪري هتي اکين جو ڊراپ ملندو. هن چيو ها اڳتي هلون ڏسون ٿا. اڳتي هڪ جنرل اسٽور مليو. جنهن ۾ پرفيوم ڪاسميٽڪ جيولري ۽ دوائن جا سڀ اسٽال موجود هئا. مان ڊاڪٽر مختيار کي چيو. اجهو هي اسٽور بہ ملي ويو. هن کين جنهن سن ڏيڻ لاءِ چيو. اُتي مائي ويٺي هئي، ان چيو تہ ڊاڪٽر جو چٺو ڏيکاريو. چٺي ڪانسوءِ اسان دوا نہ ڏيندا آهيون. ڊاڪٽر پنهنجو ڪارڊ ڪڍي ڏيکاريو تہ مان ڊاڪٽر آهيان. ان بعد هنن ڊراپ ڏنو. هتي سينٽ جو ملهہ پڇيو تہ 50 ۽ 100 ڊالرن گهٽ ڪاب نہ هئي اسان سينٽ خريد ڪرڻ جو ارادو ختم ڪري ٻاهر نڪتاسون. يار محمد شاهہ کي چيو. خريداري کي ڇڏيو. پير شهاب الدين شاهہ سنڌ سيد ايسوسيئيشن جو صدر آهي. سو چيائين تہ پراڻي سکر جي ڪنهن سيد هن کي ڪموڊ آڻڻ لاءِ چيو آهي. جو هو زمينن تي ويندو آهي تہ ڪموڊ نہ هجڻ ڪري هن کي حاجت

پوري ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي آهي. عمار ياسر چيو هي سيد مڙندو ڪونه. پراڻي سکر جي سيدن وٽ ضرور نمبر ناهيندو. پر اها تڪليف مونکي پوڳڻي پوندي. مان پڇيو اهو ڪئين. هن چيو سيني مان ننڍو مان آهيان. سيد ڪراڙو آهي. ڪموڊ مان کي ئي ڪڍڻو پوندو. ائين ٿيو پير شهاب الدين شاهه ڪموڊ ورتو ۽ اهو ڪنيون عمار ياسر مان تجويز ڏني سامان گهٽو ٿي ويو آهي. هلو ته هوٽل تي ڇڏي پوءِ موٽي اچون. مون ٻڌو آهي ته هتي جي ميٽرو (زير زمين ريل) يورپ جيان سندر آهي. ان ۾ چڙهي شهر گهمون. سيني يارن کي منهنجي تجويز وڻي وئي. سامان هوٽل تي ڇڏي واپس فردوسي موٽي آياسون ۽ پڇا ڪري ميٽرو تائين پهچي وياسين. ٽڪيٽ وٺي ميٽرو ۾ چڙهڻ بدران اسان مان ڪنهن کي به ميٽرو تائين پهچڻ واري رستي جي خبر نه هجڻ ڪري اسان ٻاهر نڪري آياسون. وري واپس آيا سين ته ٽڪيٽ ڪليڪٽر چيو ٽڪيٽ وٺو پوءِ شيشي وارا دروازا کلندا. مان ڏٺو مان تي وي جيان اسڪرين تي ٽڪيٽ رکن پيا ته دروازو کلي پيو وڃي. مان سوچيو منهنجي ٽڪيٽ استعمال ته نه ٿي آهي. مان سڌو هليو ويس ٽڪيٽ رکيم ته دروازو کلي ويو. عمار ياسر کي چيم توهان به ائين ڪيو. هن به ائين ڪيو ۽ واپس اندر داخل ٿي ويو. باقي يارن جو ٽڪيٽ ڪليڪٽر رستو جهلي بيٺو ته نئين ٽڪيٽ وٺو. اسان جي يارن وٽ جيڪي فارسيءَ جو ذخيرو هيو سو ٽڪيٽ ڪليڪٽر جي ضد ۾ پورو ٿي ويو. پوءِ هن ڪيس ڇون پيا اسان جا به ساٿي انهن ٽڪيٽن تي هليا ويا. هو بخيل ٿيندو ويو. ايستائين جو بدتميزي تي لهي آيو. پوءِ اسان جي ساٿين نئين سر ٽڪيٽون وٺي اندر آيا. مان ته ايراني مهذب قوم سمجهي هئي پر هي ته عربن کان به وڌيڪ بدتميز ۽ ڪاوڙيل آهن. پاڪستانين تي ته هنن کي ڏسندي ئي ڪاوڙ چڙهي پئي وڃي. اسان شيعا هجڻ جي ناتي تهران کي ماسڪو سمجهندا رهيا آهيون. هتي ته ڳالهه ٻنهه ابتڙ نظر آئي. بل آخر اسان ميٽرو ٽرين ۾ چڙهڻ ۾ ڪامياب ٿي وياسون. ٽرين ۾ سوار ٿيڻ ڪانپوءِ

ائين لڳو جڻ ڪي يورپ جي ڪنهن شهر ۾ آهيون. اڪثر ايراني جوڙا نظر آيا. جيڪي به هن ميٽرو ۾ تفريح لاءِ پيا چڙهن. خبر پئي ته اهي ميٽرو جيڪي سڄي شهر ۾ پکڙيل آهي. مولوين جي حڪومت جي دور ۾ نهي آهي. اسان ڪافي اسٽيشنون لتاڙي ٽڪجي هڪ اسٽيشن تي لٿاسون ٻاهر نڪري پڇا ڪئي ته هي ڪهڙو روڊ آهي. جواب مليو فردوسي. يار محمد شاهه چيو ادا مان عرض ڪيو نه ته فردوسي روڊ ۽ مارڪيٽ 45 ڪلو ميٽرن تي پکڙيل آهي. جڏهن ٿورو اڳتي وڌياسون ته اسان کي هوٽل پرشين انقلاب نظر آيو. مان چيو شاهه صاحب دنيا گول آهي. پاڻ واپس ساڳئي هنڌ مونئي آيا آهيون. هتي مان ۽ عمار ياسر سنگت ڪان الڳ ٿي ريڊيمينٽ گارمينٽ مارڪيٽ ۾ آياسون. مان سوچيو ته هڪ پينٽ شرٽ وٺان. شرٽ چڪائي خبر پئي ته 5 هزار رپيا پاڪستاني. مان عمار ياسر کي چيو هن ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي. ياسر شاهه چيو ته اٽلي جي آهي. مان چيو لنڊن جون شرٽ به اسان وٽ به اڍائي هزار کان مٿي نه آهن. ايتري ۾ به خوبصورت عورتون اچي ويون. مان تيڏي اک ڪري انهن کي ڏسڻ لڳس. دڪاندار مونکي تاڙي ورتو. ٽٽل ڦٽل انگريزي ۾ چيو. هي توکي وڻن ٿيون. مان چيو ها. ايراني عورتون ڏاڍيون سهڻيون آهن. هن وري پرسان بيٺل مولوي کي ٻڌايو. مان سوچيو. هي ته مان ڦاسي ويس الائي ڇا ٿيندو. پر مان ٽڏو ٿي ويس. مولوي وڏو ٺهڪ ڏئي مونکي چيو. توکي فارسي اچي ٿي ته پوءِ هتي مسئلو نه آهي. منهنجي لاءِ مسئلو آهي ته زبان. ٻئي پيري سکي اچجان پوءِ ته معشوق ئي معشوق ٿئي. مان کي جان ۾ جان آئي. مولوي سعودي يا افغانين جيان نه آهن. هي آزاد خيال جا مولوي آهن. مان ان خوشيءَ ۾ 5 هزار رپين ۾ شرٽ خريد ڪري ڇڏي.

ٻه وڳي مارڪيٽ بند ٿيڻ شروع ٿي ويو. اسان به واپس هوٽل تي موٽي آياسون. منجهند جي ماني کائي آرام ڪري وري شام جو 5 وڳي نڪري آيا سون. شام جو بازار رنگ برنگي ٿي وئي مرد عورتن جا جوڙا

هٿ هٿ ۾ ڏئي رنگ بہ رنگي پوشاڪون پائي نڪري آيا. فردوسي جو اصل رنگ تہ هاڻ نظر آيو. اڳتي وڏياسون پارڪ هوال ۾ نوجوان جوڙا هٿ هٿ ۾ ڏئي گهمي رهيا هئا. مان ڪان اهو وسري ويو تہ هي ڪرمولوين جو ايران آهي، چون ٿا تہ اهو ايتري آزادي احمد ينجاد ڏني آهي. اهوئي سبب آهي جو هو ايراني عوام جو مشهور ۽ هر دلعزيز صدر هجڻ سبب اڪثريت سان ٻيو ڀيرو کٽيو آهي. ان ڪان اڳ صورتحال مختلف هئي. پر مان کي اها ڳالهہ مجڻ ۾ نہ آئي. ڇو هتي هڪ ماڻهو يا خاندان جي حڪومت نہ آهي. پر پارلياماني نظام حڪومت آهي. اها مولوين انقلاب مستحڪم ٿيڻ کانپوءِ ايتري آزادي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو هوندو. ڇو تہ لڳاتار مذهبي پابنديون جاري رکڻ سان ماڻهو بيزار ٿيندا آهن. هر ماڻهو هر ونيرون بہ جنوني مذهبي ناهي هوندو. جونين جي ٿورائي هوندي آهي. آزادي پسندن جي اڪثريت هوندي آهي. اهوئي سبب آهي جو مولوين جي اسلامي حڪومت جي سبب عوام تي پابنديون مڙهي انهن کي بيزار ڪري پنهنجي خلاف پڙڪي اٿڻ جو موقعو نٿي ڏئي.

شام جو ٿڪجي ٿني موٽي آياسون ۽ سامان ٻڌڻ شروع ڪيو. جو رات جو ڇئين وڳي روانگي هئي. سامان ٻڌي سمهي رهيس تہ مس ننڊ آئي. منهنجو روم ۾ هڪ مُلو آيو. جنهن پنهنجو سامان سهيڙڻ شروع ڪيو ائين منهنجي ننڊ ڦٽي وئي ۽ صبح جو ڇئين وڳي تائين پريس تي. وي ڏسندي گذري وئي.



مون شبير جو هندستان جو سفرنامو جڏهن پڙهيو پئي ته شبير ۾ مون کي اهي ئي فلڪون نظر آيون جيڪي جوانيءَ ۾ هونديون هيس، ۽ جيڪي هو ڪورٽ ۾ اداڪاري ڪندي اڄ به ڏيکاريندو رهندو آهي (هاءِ ڪورٽ ۾ هڪڙو به ڪيس ڳائيندي ڪيس اڪين سان ڏٺو اٿم). معني جيڪو منهن ۾ آيو سو گهڙجي ويو. رک رکان ڪنهن خان خانان جي به ڪرٽي ڪانهي. اهو شبير هن سفر نامي ۾ واڳه باربر اُڪرندي ئي عاصمه جهانگير جي رٿابنديءَ تي بگڙي ٿو پوي ۽ ساٿس گڏ بيٺل سپريم ڪورٽ بار جي صدر ياسين آزاد سميت اعتزاز احسن کي به گهَڙي ٿو لاهي، هو ڪاوڙ ۾ ايترو ته اڳتي وڌي ٿو وڃي جو ساٿي وڪيلن کي چوي ٿو ته ڪاش پنهنجي نالن جي اڳيان چوڌري لکيل هجي ها ته اڄ سفر ۾ سولا هلون ها ۽ جڏهن سندس اهڙي چڙ تي عاصمه جهانگير به چڙي چوي ٿي مان واپس ٿي وڃان ته هي به نه پڇه وراڻيس ٿو ته ڀلي وڃ.
اتي هن کي ٻيا سنڌي وڪيل وهاب شر ۽ عبدالحڪيم بجاراڻي به مليا ته انهن جي واتان به ٻڌي ٿو ته هن مائي اسان سان پنجابين واري ڏاڍائي ڪئي آهي، پنهنجن ماڻهن کي گروپ ڻاهي الڳ گاڏيون ڏنيون اٿئين، خواجا نويد پنهنجي زال سميت آيو آهي، ان کي الڳ گاڏي چوڌري اسحاق جي گروپ کي، چوڌري طاهر جي گروپ کي الڳ گاڏيون، باقي اسان کي مائي ڇڙوڇڙ ۽ دربدر ڪيو آهي.انهيءَ مان مراد اها ٿي ته ڪله جو شبير شر جيڪو ڪميونسٽ هيو، جنهن جي مينيفسٽو ۾ قومن ڪان مٿي ترجيح طبقن کي هئي ۽ جيڪو شبير شر، امام علي نازش ۽ پروفيسر جمال نقويءَ جي پويان بيهي دنيا ڪي مزدورو ايڪ هو جائو جو نعرو هڻندو هيو سو به هاڻي وڏي صوبي جي وڏن ڀائرن جي ارهه زورائين تي قوم پرستيءَ وارا احوال ڪري ٿو؟ اها به وقت وقت جي ڳاله چئبي!!!!

امير بخش شر



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهـن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو بـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاها ڪـن ٿـا، موتـي مَـنجهہِ پـهـاڙ ڇُپـن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهـن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مـون لاءِ ٻـنهي ۾ فَـرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَر جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)